# ڇا سنڌين لاءِ ملڪي سياست حرام آهي؟

رسول بخش پليجو

# پہريان اکر

سنڌ جي ناميارين انقلابي اڳواڻ ۽ دانشور محترم رسول بخش پليجي جي اڪابر ذهن ۽ تيز قلم جي تخليق اوهان جي هٿن ۾ آهي. سنڌ ۽ سنڌي عوام جي نجات جي سوال تي سنڌ ۾ گذريل ڪجهه ورهين کان ٻه مختلف ۽ متضاد نقطہ نظر پيش ٿي رهيا آهن. هڪ سوچ جي ڌارا اها آهي ته سنڌي ماڻهن جي نجات ان ۾ آهي ته آهي فقط سنڌ ۾ ۽ خالص سنڌي سياست ڪن. هن سوچ رکندڙ ماڻهن جو خيال آهي ته ملڪي سطح تي سياست ڪندڙ ماڻهو ۽ تنظيمون سنڌ دشمن آهن. ٻي سوچ جي ڌارا جي حامي ماڻهن جو خيال آهي ته سياست هڪ ڳنڍيل، وسيع ۽ پيچيدو عمل آهي. ۽ سنڌي ماڻهن جي راهہ نجات ان ۾ آهي ته اهي رڳو سنڌ تائين نه پر آهي پنهنجي حقن کي حاصل ڪرڻ لاءِ سڄي ملڪ ۽ سڄي دنيا ۾ سياست ڪن. سندن خيال آهي ته خالص سنڌي سياست جو نعرو سنڌي عوام کي اڪيلو ڪري مارائڻ جي سنڌ دشمن چال آهي.

اهي ٻئي ابتڙ ۽ متضاد نظريا ۽ خيال سنڌ جي اڄوڪي سياست جا اهم سوال آهن. ڏٺو ويو آهي ته ڪيترا ئي سنڌي ماڻهو اڃا انهن سوالن بابت مونجهاري جو شڪار آهن. هن وقتائتي ڪتاب ۾ محترم رسول بخش

پڻ هن ۾ 'خاص سنڌي سياست' ۽ 'ملڪي سياست' بابت آيرلنڊ سوالن جي تفصيلي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. محترم پنهنجي جو لکيل هي ڪتاب سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي چونڪاري جي راه ڪي وڌيڪ چٽو ۽ روشن ڪندو.

اسان جي هن پبلشنگ ايجنسي جي وڏ ڪان وڏ اها ڪوشش رهي آهي ته چاڻ ۽ شعور وڌائيندڙ ڪتاب سستي ملهه تي مهيا ڪري ڏيون. سنڌي ڪتابن جي ڇپائي ۽ مارڪيٽ جي مسئلن کان تقريباً سمورا پڙهندڙ واقف آهن. خاص ڪري ڪاغذ جا اگهه ته جيئن پوءِ تيئن آسمان سان ڳالهيون ڪندا وڃن. انهن سمورين ڳالهين جي باوجود اسين اها دعوا ڪرڻ ۾ پاڻ کي حق بجانب سمجهون ٿا ته اسان جا ڇپايل ڪتاب مارڪيٽ ۾ عام رواجي قيمتن کان وڌيڪ سستا هوندا آهن.

اسين پنهنجي پڙهندڙن کي ان ڏس ۾ اڃا وڌيڪ سهوليتون فراهم ڪرڻ جا خواهشمند آهيون جيڪي سهولتون هن ريت آهن:

(١) اداري طرفان ڇپايل ڪتابن مان ڪنهن به هڪ ڪتاب جون گهٽ ۾ گهٽ پنج ڪاپيون گهرائڻ تي 33% ۽ مختلف ڪتابن جون ڪل پنج ڪاپيون گهرائڻ تي 33% ڪميشن ڏني ويندي. ڪتاب گهرائيندڙ اداري يا فرد انهن ڪتابن جي قيمت مان 33% رقم ڪٽي باقي رقم ۽ ڪتابن جو تفصيل اداري کي ڏياري

موڪلين ته ڪ. ڊ پوسٽ ذريعي ڪتاب موڪليا ويندا پوسٽ جو خرچ اداري جي ذمي هوندو.

(۲) جيڪي بڪ اسٽال اداري جا ڪتاب گهرائڻ چاهين ٿا، سي پنهنجا آرڊر اداري کي ڏياري موڪلين.

(۳) ايجنسيءَ جي حيدرآباد گاڏي کاتي واري اسٽال تان هر ڪتاب تي 10% ڪميشن ڏني ويندي ۽ انهيءَ بڪ اسٽال تان ٻن ڪتابن "ارتقا جي ڪهاڻي" ۽ "انگولا جي آزادي" تي خصوصي رعايت ڏني پئي وڃي. سندن قيمتون ترتيبوار -/27 روپين بدران -/15 روپيا ۽ -/15 روپين بدران -/10 روپيا ورتي پئي وڃي.

ائڊريس:
معرفت سردار پرنٽنگ پريس
گاڏي کاتو حيدرآباد

پاران:
مئنيجر
سنڌي ادبي پبلشنگ ايجنسي

# سنڌ جي وفاداريءَ جو ٺيڪو

.. ڪافي عرصي کان سنڌ جي سوچ رکندڙ حلقن ۾ اڪثر انهيءَ سوال تي بحث ٿي رهيو آهي ته سنڌي وطن دوست ماڻهو ملڪي سياست ۾ حصو وٺن يا نه؟ ان سوال کي هڪڙا ماڻهو هيئن پيش ڪندا آهن ته ”اسين فقط سنڌ جي سياست ڪندڙ ماڻهو آهيون. سنڌ جا وفادار فقط اسين ئي آهيون. فلاڻا سڀئي ملڪ جي سياست ٿا ڪن. اهي پاڪستاني آهن ۽ سنڌ جا غدار آهن.“ پيا انهيءَ ڳالهه سان اتفاق نه ٿا ڪن ۽ چون ٿا ته ”جنهن نموني ڳالهه ڪئي وڃي ٿي تنهن نموني جي خالص سنڌي سياست يا خالص پاڪستاني سياست ناالي دنيا ۾ ڪا شيءِ ٿيندي ئي ڪانهي ۽ ٿي سگهي ئي نٿي.“ سندن چوڻ آهي ته ، ”’خالص سنڌي سياست‘ واري نعري جا بانيڪار ان نعري جي آڙ ۾ خالص سنڌ دشمن سياست پيا ڪن ۽ پنهنجي ان قوم دشمن ۽ وطن دشمن سياست جي اصلي موقعي پرست روپ کي لڪائڻ ۽ سنڌي ماڻهن کي برغلائي ڪين پنهنجي ان سياست جو غلام بنائڻ لاءِ ئي اها لفاظي ۽ نعري بازي پيا ڪن.“ ان ڳالهه تان ڪافي تڪرار هلندڙ آهي. عام سياسي سوچ رکندڙ سنڌي ماڻهن سان گڏ ڪافي اڳتي وڌيل سياسي سوچ رکندڙ ۽ سنڌي ماڻهن جي

چونڪاري لاءِ واجهائينڊڙ ماڻهو به وڏي مونجهاري ۾ پئجي ويا آهن، ته انهن ٻنهي ڳالهين مان سنڌ ۽ سنڌي عوام جي فائدي واري ڳالهه الائي ڪهڙي آهي؟ صاف نظر پيو اچي ته ان معاملي کي نبيرڻ بنا سنڌي عوام جي وڏي گهڻائي صحيح وات وٺي اڳتي وڌي نه سگهندي.

تنهنڪري اڄ اسين ان معاملي کي چڱيءَ طرح سمجهڻ ۽ ٿي سگهي ته ان کي صحيح نموني نبيرڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

## "سنڌ جي سياست" ۽ "پاڪستان جي سياست"

سڀ کان پهريائين ضروري آهي ته انهن ٻن ابتڙ فقرن جي معنيٰ سمجهڻ جي ڪوشش ڪجي. يعني "سنڌ جي سياست" ۽ "پاڪستان جي سياست" اسان سڀني کي خبر آهي ته لفظن ۽ جملن جي ڳچو عام، ظاهري ۽ اکري معنيٰ ڪانه ٿيندي آهي، انهن جون اصطلاحي، استعمالي ۽ ٻيون معنائون به ٿينديون آهن، تنهن ڪانسواءِ لفظن ۽ جملن کي سڀ ماڻهو ساڳي معنيٰ ۾ ورلي ڪتب آڻيندا آهن. ساڳي ڳالهه يا ڪم کي هڪڙا ماڻهو ساراهه جي لفظن ۾ بيان ڪندا ته ٻيا وري ان جي ٻنهه ابتڙ ان کي گلا جي لفظن ۾ بيان ڪندا آهن. اهڙي ريت لفظن ۽ فقرن کي اڪثر هر ڪو پنهنجي پنهنجي مطلب واري نموني ڪتب آڻيندو آهي. چو ته انهن ۾ اڪثر ذاتي ۽ طبقاتي پسند ناپسند ۽

نفعي نقصان جو سوال انڪيل هوندو آهي. مثال طور ڪو عام واپاري پنهنجي پٽ کي سٺو واپاري شايد تڏهن چوندو جڏهن هو گراهڪن جي چڱيءَ طرح کل لاهي وٺڻ ۾ پڙ ني ويو هوندو. پر اهڙي کل لاهيندڙ کي اڪثر گراهڪ "سٺي" واپاريءَ بدران تمام خراب، ڦورو يا ٺڳ واپاري سڏيندا. ساڳيءَ طرح ڪنهن پوليس آفيسر کي سندس يار دوست وغيره همت وارو، مڙس ماڻهو ۽ اڻموٽ آفيسر چوندا، پر جن ماڻهن کي سندس انهيءَ "همت" ۽ "مڙسيءَ" جا هٿ لڳا هوندا سي ڪيس ظالم ۽ ڪانئو پٽ وغيره سڏيندا. جي هڪڙا ماڻهو ڪنهن آفيسر کي "ٺڏو" ۽ "رحمدل" سڏيندا ته ٻيا وري ڪيس "ٻاڙيو" ۽ "نڪمو" سڏيندا. اهڙيءَ ريت "سٺو واپاري"، "سٺو ماڻهو" جهڙن لفظن وانگر "اسلامي نظام"، "آزاد دنيا"، "محب وطن سياست"، "اسلامي سياست"، "پاڪستاني سياست" ۽ "سنڌي سياست" جهڙي قسم جي لفظن جي ڪا هڪڙي مقرر معنيٰ ڪانه ٿيندي آهي. هرڪو اهڙن فقرن کي پنهنجي مطلب جي معنيٰ ۾ ڪم آڻيندو آهي ۽ منجهائن پنهنجي مطلب جي معنيٰ وٺندو آهي.

"سنڌ جي سياست" جي ظاهري سياسي معنيٰ آهي، "آها سياست جيڪا سنڌي ماڻهن جي فائدي جي سياست هجي"، پر ڪا سياست رڳو ڪنهن جي چئي چوڻ سان واقعي سنڌ جي سياست يعني سنڌي ماڻهن جي فائدي

جي سياست ڪانه ٿي پوندي. حقيقت ۾ ان جو دارومدار
پن ڳالهين تي آهي. پهريون ته ان ماڻهوءَ کي پوري
پوري خبر هجي ته حقيقت ۾ سنڌي ماڻهن جي فائدي
جي سياست ڪهڙي آهي. ٻيو ته اهو ماڻهو جيڪي
صحيح سمجهي اها ئي ڳالهه ڪري ۽ ڄاڻي ٻجهي يا
لاشعوري طرح غلط ڳالهه نه ڪري. مثال طور اڄ ٻن
نه ٿي جو هو پنهنجي مطلب لاءِ ڪنهن اهڙي سياست
کي سچي سنڌ جي فائدي جي سياست سڏي جيڪا
حقيقت ۾ سنڌ جي فقط ڪنهن خاص ماڻهوءَ، ٽولي يا
طبقي جي فائدي جي سياست هجي ۽ سنڌ جي گهڻن
ماڻهن کي ان مان فائدي بدران الٽو نقصان پهچندو هجي.

## ذيهن مرض تي پوندڙ اثرات دارائون وڪڻندڙ

انهيءَ سلسلي ۾ اچون ته ڪجهه حقيقتن کي ذهن
۾ آڻيون. هڪڙو مثال ٿا وٺون. ڊاڪٽريءَ جو علم
قديم ڪان قديم علم آهي. علمن جي وڌڻ ويجهڻ جو
گهڻو دارومدار حاڪم طبقن جي نفعي نقصان تي هوندو
آهي. ڪيترا ئي اهڙا علم آهن جيڪي حاڪم طبقن
جي نقصان جا آهن. جهڙوڪ سماج ۾ انقلاب آڻڻ جو
علم. انڪري حاڪم طبقا اهڙن علمن جي وڌڻ ويجهڻ
۾ مدد ڏيڻ بدران انهن کي ڪچڻ ۾ سرجنڌي ڏي
چپياڻي چڙهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ڊاڪٽريءَ جي
علم جي بهترين حاصلاتن مان سڀ کان گهڻو فائدو

عوام بدران حاڪم طبقن ئي ورتو آهي. ان ڪري دنيا جي حاڪم طبقن ان علم جي تمام گهڻي سرپرستي ۽ همت افزائي ڪئي آهي. هن علم ۾ روز نت نيون هڪبئي کان وڌيڪ حيرت انگيز ايجادون ٿي رهيون آهن ۽ اڄ اهو ڪاميابيءَ ۽ عروج جي آسماني بلندين کي ڇهي رهيو آهي. پر ان هوندي به اڄا تائين هزارين اهڙا نيم حڪيم، تعويذ فروش ملان، ڀوپا، جن ڪڍندڙ، جهاڙ-ڦوڪ هڻندڙ، سانڊي جو تيل ۽ ٻيهن مرضن تي ٻوٽي ٻوٽيون ڏارائون وڪڻندڙ ماڻهو موجود آهن، جيڪي وڏي آڪڙ ۽ اڏمبر سان، وڏي بي حيائيءَ سان چون ٿا ته ڊاڪٽري علم جيڪي ڪجهه سيکاري ٿو سو سڀ بڪواس آهي. فلاڻي بيمار کي ٽائيفائيڊ يا نمونيا وغيره ڪانهي پر فلاڻي پير جي وڻ مان لڳت لڳي اٿس يا فلاڻي جن جو واسو اٿس يا فلاڻي پير جي پٽ اٿس وغيره. ان ڪوڙي پروپيگنڊا ڪري لکين ماڻهو ڊاڪٽري علم بدران انهن جاهلن جي نامنهاد علم کي سچو سمجهڻ لڳن ٿا ۽ پنهنجون ۽ پنهنجن پيارن جو صحتون ۽ حياتيون انهن بدمعاش ۽ جاهل ٺڳن جي حوالي ڪري ڇڏين ٿا.

سڀني کي خبر آهي ته جيڪڏهن دنيا جي ڪروڙين مظلوم عوام کي سياست بابت صحيح ڄاڻ حاصل ٿي وڃي ۽ هو سمجهي وڃن ته هن ڦورو ۽ ظالم غلاميءَ سان ڇوٽڪارو ڪهڙي سياست وسيلي حاصل ڪري

سگهجي ٿو تہ جيڪر ڦورو ۽ ظالم طبقن جو تمام برو حشر ٿئي. انهيءَ ڪري هزارين سالن کان هر دؤر ۽ هر ملڪ ۾، حاڪم طبقن سياست بابت سچين ڳالهين کي لڪائڻ ۽ ڪوڙين ڳالهين کي ڦهلائڻ لاءِ هڪ طرف پنهنجي قلمي ڪمدارن ۽ ڪاراون جا سڀ کان وڌيڪ فتني خور ۽ سازشي دماغ، تيز ۽ طرار قلم ۽ بيشرم ۽ بيحيا زبانون ڏيوٽيءَ مان پئي لڳايا آهن تہ ٻئي طرف عوام کي صحيح سياست ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ هنن ڪڏهن ڪين تيرن ۽ تلوارن، ڀالن ۽ تفنگن سان قتل ڪرايو آهي تہ ڪڏهن نانگن هٿان ڏنگايو آهي ۽ بگهڙن ۽ درندن هٿان چيرايو ڦاڙايو آهي. مظلوم عوام جي حق پرست سياست کي اسرڻ کان روڪڻ ۽ اسرندي ئي چيپاٽي ڇڏڻ لاءِ اهي طبقا تاريخ ۾ هڪڙي ڪربلا نہ پر هزارين لکين ڪربلائون ڪري چڪا آهن. جيستائين ڀي ڦورو ۽ ظالم سماج قائم آهي تيستائين عوام دشمن ۽ عوام دوست سياست جي وچ ۾ اها جنگ جاري رهندي. انهي ڳالهہ کي خيال ۾ رکندي، هتي نوٽ ڪرڻ جهڙي ڳالهہ اها آهي تہ جن معاملن بابت صحيح ڄاڻ ڦهلائڻ ۾ خود حاڪم طبقن جو وڏو فائدو آهي ۽ جن بابت ههڙي زبردست پڪي پختي ڄاڻ موجود آهي، انهن معاملن بابت بہ جڏهن ههڙي بيحيائيءَ سان، واهيات ۽ خطرناڪ جڙتو ڳالهيون ڦهلايون پيون وڃن تڏهن سوچي سگهجي ٿو تہ جن معاملن بابت

صحيح ڄاڻ زبردست مخالفتن سبب ڦڙو ڦڙو ٿي سس هاڻي گڏ ٿي آهي ۽ جن بابت صحيح ڄاڻ جو ڦهلجڻ حاڪم طبقن لاءِ ڇڻ موت جو پيغام هجي تن معاملن بابت انهن ڦورن ۽ ظالمن طرفان مس گهڙت ۽ ڪوڙي پرچار جو ڪهڙو حال هوندو؟ انهيءَ ڪري سياست ۽ پين اهڙين ڳالهين جن ۾ حاڪم طبقن جي نفعي نقصان بلڪ مرڻ جيئڻ جو سوال اٽڪيل آهي تن ۾ حاڪم طبقن جي ڳالهه تي ڀروسو ڪرڻ خطرناڪ بي سمجهي ۽ ناداني ٿيندي.

## اسان جو نفعو نقصان معنيٰ توهان جو......
## هاڻي اڳتي ٿا هلون...

ڦورو ۽ ظالم حاڪم طبقا عوام ۾ جيڪي گمراهيون ڦهلائيندا رهيا آهن انهن مان هڪڙي وڏي گمراهي اها هوندي آهي ته هو سندن فائدي جي ۽ عوام جي نقصان جي ڳالهه کي سڄي جي. گڏيل فائدي واري قدرتي ڳالهه ڪري ظاهر ڪندا آهن. ٻئي طرف هو عوام جي فائدي جي هر ڳالهه کي. قدرتي طرح نقصانڪار ۽ واهيات، اڻ ٿيڻي ۽ ڏوهه جهڙي ڳالهه ڪري سڏيندا آهن. عوام کي گمراهه ڪرڻ لاءِ هنن هڪڙي خاص ابتي ۽ اڏ-اڪري ٻولي ايجاد ڪئي آهي جنهن ۾ ڏينهن کي رات ۽ رات کي ڏينهن سڏيو ويندو

مثلاً: سنڌ دشمن سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جو ننڍڙو ٽولو پنهنجي بيشرم ڦرلٽ جي ڍنڍي کي اسلام جي سربلندي ۽ ملڪي سالميت لاءِ جدوجهد جا لقب ڏئي ٿو. اهو ڌاڙيلن جو ٽولو پنهنجا قومي حق گهرندڙ سنڌي ۽ ٻين گهر ڌڻين کي چور ۽ ڌاڙيل ٿو سڏي ۽ پاڻ کي گهر جو اصلي مالڪ ۽ گهر جي سمورن ڀاتين جو گهڻگهرو ۽ واحد نمائندو سڏائي ٿو. ساڳيءَ طرح سنڌي حاڪم وڏيرو طبقو به پنهنجي فائدي جي هر عوام دشمن ڳالهه کي هميشه سڄي سنڌ جي سمورن ماڻهن جي فائدي جي ڳالهه سڏيندو رهيو آهي. هو غدار ۽ وطن دشمن سنڌي وڏيرن جي بدمستين ۽ بدمعاشين، ذلالتن ۽ غدارين جي سياست کي سنڌ جي سياست جو نالو ڏيندو رهيو آهي، ۽ سنڌي ماڻهن کي وڏي بيحيائيءَ سان چوندو رهيو آهي ته اها سياست اوهان سمورن سنڌي ماڻهن جي سياست آهي.

ان ڪري اسان کي رڳو "سنڌ جي سياست" وغيره جا سڪتا اکر پڙهي، اکيون پوري اهو ويساهه ڪري ويهي نه رهڻ گهرجي ته ان باري ۾ جيئن ڪي ماڻهو چون ٿا تيئن ئي هوندو. اسان کي پنهنجي سر پاڻ چڱيءَ طرح جاچي ۽ ويچاري معلوم ڪرڻ گهرجي ته سنڌ جي حقيقي سياست يعني سنڌ جي ماڻهن جي وڏي اڪثريت جي فائدي جي سياست ڪهڙي آهي ۽ ڪهڙي ڪانهي.

تنهن کان سواءِ اها به چڪاس وٺڻ گهرجي ته سنڌ جي سياست جو فقط هڪڙو قسم آهي يا ان جا هڪ کان وڌيڪ به قسم آهن. جي هڪ کان وڌيڪ قسم آهن ته پوءِ اهو معلوم ڪرڻ گهرجي ته انهن مان هڪڙي قسم جي سياست صحيح معنيٰ ۾ لکين سنڌي ماڻهن ۽ سنڌ جي سياست سڏائي سگهي ٿي. ساڳيءَ طرح ڏسڻو آهي ته "پاڪستان جي سياست" واري فقري مان حقيقت ۾ ڪهڙو مطلب ورتو ويو آهي. اهو به ڏسڻو آهي ته ان نامنهاد پاڪستاني سياست جو به ڪو هڪڙو مقرر قسم آهي يا ان جا هڪ کان گهڻا قسم آهن. جي گهڻا قسم آهن ته پوءِ ڏسڻو آهي ته انهن مان هرهڪ قسم جي سياست جا سنڌي ماڻهن تي ڪهڙا اثر پون ٿا؟

آخر ۾ اهو ڏسڻو آهي ته ملڪي سياست کي ائين انهن ٻن قسمن ۾ ورهائڻ ۽ ڪين اهي ٻه نالا ڏيڻ يا انهن جي هڪڙي خاص معنيٰ مقرر ڪري ڇڏڻ جو اصل مقصد سنڌي ماڻهن جي خدمت ڪرڻ آهي يا ڪو ٻيو ابتڙ مقصد.

هاڻي اچو ته ان سوال تي ويچار ڪريون ته آيا دنيا ۾ ڪنهن اڪيلي قبيلي، قوم يا ملڪ جي ڪا اهڙي سچي دنيا کان ڪٽيل، نرالي ۽ خالص سياست ٿي سگهي ٿي جنهن جو ٻين صوبن، قومن يا ملڪن سان ڪنهن به قسم جو ڪوبه واسطو يا لاڳاپو نه هجي؟

# ڪائنات جي هيڪڙائي

ڪائنات جي سائنس، ڪائنات ۽ ان ۾ جيڪي ڪجهه به آهي ان بابت جيڪي مکيه بنيادي ڪائناتي قانون ڳولهي ڪڍيا آهن ۽ ثابت ڪيا آهن تن مان هڪڙو مکيه بنيادي ڪائناتي قانون ڪائنات جي هيڪڙائي ۽ وحدت جو قانون آهي. ڪائناتي سائنس جي اصول مطابق سڄي دنيا پس پيش هڪ آهي. دنيا جي ڪابه شيءِ، ڪوبه لقاءُ پين شين ۽ لقائن کان قطعي ڪٽيل ۽ اڪيلو ٿي سگهي ٿي نه ٿو. ڪائنات ۾ سڀئي شيون لقاءُ ۽ ڳالهيون هڪٻئي سان لاڳاپيل آهن، هڪٻئي تي دارومدار رکن ٿيون هڪٻئي کي متاثر ڪن ٿيون ۽ هڪٻئي اندر سمايل آهن.

مختلف شين، لقائن، ڳالهين جي وچ ۾ يا مختلف شين لقائن ۽ ڳالهين اندر سندن مختلف پاسن ۽ جزن جي وچ ۾ اهو جيڪو لاڳاپو آهي ۽ اهو جيڪو هڪٻئي تي اثر وجهڻ جو لاڙو آهي ان کان سواءِ ڪائنات ۾ ڪابه چرپر ٿي ڪانه سگهي ها! اهو ئي سبب آهي جو اينجلس (ڪائنات جي سائنس) مادي جدليت کي، ”دنيائي (عالمي) ڳانڍاپي جي سائنس“ ڪوٺيو آهي....

”ڪنهن شيءِ، ڳالهه يا لقاءُ کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته ڪيس سندس جيڪو پين شين، ڳالهين

يا لقائن سان لاڳاپو آهي تنهن لاڳاپي بسميت جاچيو ۽ ٽپاسيو وڃي"
(ڏسو ڪتاب "مارڪسي ليننی فلسفي جي پيڙه" نالي انگريزي ڪتاب جو صفحو ١٢٦)

"دنيا ۾ ڪابہ ڳالهہ اهڙي آهي ئي ڪانہ جيڪا پين ڪان صفا الڳ هجي. هر ڳالهہ پين کان متاثر ٿئي ٿي."
(ڏسو ڪتاب ساڳيو صفحو ١٢٧)

مثال طور جيڪي ڪجهہ سنڌ ۾ اڄ ٿئي ٿو يا سياڻي ٿيندو تنهن جو دارومدار ڪن حالتن ۾ اهڙين ڳالهين تي آهي جيڪي سنڌ ڪان سوين هزارين ميل پري جي علائقن ۾ اڄ ڪان ڪروڙين سال اڳ ٿي چڪيون آهن.

مثال طور اڄ ڪان ڪروڙين سال اڳ، سنڌ ڪان گهڻو پري. هماليہ جبل جي بلندين تي برف جا ڪي اجگر جيڏا پهاڙ ڏهيا جن جيڏا برف جا پهاڙ سواء اتر ۽ ڏکڻ قطب جي دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ هنڌ تي ناهن.

پاڪستان جي جاگرافي (ليکڪ: ڪي. يو قريشي)
اسان کي ٻڌائي ٿي تہ "سنڌوندي پنهنجي پاڻي جي سيلاء برف جي پهاڙن جي ٻن وڏن ميڙن مان حاصل ڪري ٿي. اهي آهن هندوڪش ۽ قراقرم جہ برف جي

پهاڙن جا ميڙ، قراقرم واري برف جي پهاڙن جو ميڙ اتر ۽ ڏکڻ قطبن وارن برف جي پهاڙن کان پوءِ دنيا جي وڏي ۾ وڏو برف جي پهاڙن جو ميڙ آهي.
(ڏسو صفحو: ١٤٦)

کروڙين سال اڳ سنڌ کان گهٽو پري ۽ ڌرتي جي عام سطح کان گهٽو مٿي هزارين لکين سالن تائين برف جي گڏ ٿيڻ سان اهي برف جا اجگر پهاڙ نه ڏهن ها، اهي پهاڙ هر سال بهار جي موسم ۾ اتي نه ڳرن ها، انهن مان اٿاهه پاڻي وهي وڏو وهڪرو نه ڏاهي ها ۽ اهو وڏو وهڪرو هزارين سالن ۾ سنڌو نديءَ جي صورت وٺي سنڌ ۾ نه پهچي ها ته لکين سالن کان پوءِ اڄ اسين ان برف جي پهاڙن جي رجيل برف جي پاڻيءَ مان پنهنجون پنيون آباد نه ڪري سگهون ها! شايد سنڌ هڪ رڻ پٽ يا بلوچستان جهڙو غيرآباد علائقو هجي ها ۽ شايد اسين سنڌن پويان اڄ سنڌي سڏجڻ ۽ سنڌي ڳالهائڻ بدران گجراتي، ٻاسل يا پيو الائجي ڇا ڇا سڏايون ۽ ڳالهايون ها!

## سنڌ ۽ سنڌوندي

### سنڌ ۽ سنڌوندي لازم ملزوم آهن

سنڌ جو نالو سنڌونديءَ تان پيو. سنڌوندي، سنڌ ۽ اسان سنڌي ماڻهن جي جان آهي جنهن کان سواءِ

سنڌ يا سنڌي ماڻهن جي وجود جو تصور به نٿو ڪري سگهجي. ان جي شان ۾ هزارين نغما ۽ سوين داستان چيل آهن پر اها اسان جي ساهه جو پساهه سنڌونديءَ به اڄ سڄي دنيا کان صفا ڪٽيل ۽ فقط سنڌ جي هاٺوڪين حدن تائين محدود ناهي. ان جا سنڌ کان ٻاهر جي دنيا سان اهڙا بيشمار ظاهري توڙي لڪا لاڳاپا آهن جن تي سوچي عجب وٺي ويندو.

اها سنڌ کان گهڻو پري هماليه جبل مان نڪري ٿي، سوين ميل غيرسنڌي علائقن مان لنگهي ٿي ۽ چوڙ وڃيو سنڌ جي زميني سرحدن کان اڳتي عربي سمنڊ ۾ ڪري ٿي. اها زمانن کان پنهنجي پاڻيءَ جو ڪجهه حصو سنڌ جي ماڻهن کي ڏئي ٿي ته ڪجهه وري سرحد ۽ پنجاب جي ماڻهن ۾ ورهائيندي اچي. سندس گهڻو پاڻي هيٺ وڃيو عربي سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ ملي. لهرون ڪيس اتان کڻيو وڃيو اڪيچار ديسن، کنڊن ۽ سمنڊن جي مٽيءَ ۽ پاڻيءَ سان ملائين. سنڌوءَ جو اهو سدا سيلاني پاڻي اهڙي ريت دنيا جي ٻين پاڻين سان گڏجي هرسال سج جي تپش ۾ ٻڦار جي صورت وٺي ڪڪر بڻجي ڏورانهين ڏيهن، ميدانن، رڻ پٽن، جهنگن ۽ پهاڙن تي ڪرندو رهي ٿو ۽ دنيا جي ڀانت ڀانت جي ساهوارن جي جيءَ جو جياپو بڻجندو رهي ٿو. پيو ٿهيو رکيو اسان وٽ هن سال مينهن پوندو يا نه تنهن جو دارومدار به خالص سنڌي حالتن تي نه پر هن ڳالهه تي آهي

تہ سنڌ کان گهٽو پري بنگالي اپسمنڊ ڏي منهن وٽ خط استوائي واچوڙا پئدا ٿين ٿا يا نہ ۽ جي ٿين ٿا تہ انهن جي ڪري جيڪي منهن پربل ڪڪر هندستان جي صوبي راجستان جي متان گذ ٿيٽا آهن سي هن سال ڪيڏانهن ٿا وڃن يعني ڦيرو کائي اتر اولهہ طرف هليا ٿا وڃن يا الهندو رخ وٺي سنڌ متان ٿا لنگهن!.

چو تہ جاگرافي پڌائي ٿي تہ، ”بنگال جي اپسمنڊ جي منهن وٽ ’بين خط استوائي‘ محاذ تي جيڪي خط استوائي واچوڙا پيدا ٿيندا آهن، سي اتر اولهہ ڏانهن رخ ڪري، اتر هندستان کان ٿيندا پاڪستان ۾ داخل ٿيندا آهن. انهن مان ڪي هندستان جي وچ وارن حصن يا راجستان ۾ پهچي، وڪڙ کائي اتر اولهہ طرف روانا ٿي ويندا آهن، باقي پيا سڌو اولهہ جو رخ وٺي اچي سنڌوندي‌ءَ جي هيٺين ماٿري (سنڌ) ۾ مينهن وسائيندا آهن.“ (ص ۱۳، ڪتاب ساگيو)

مطلب تہ سنڌ ۾ مينهن پوڻ يا نہ پوڻ جو دارومدار اڪيلي سنڌ جي خالص سنڌي حالتن تي نہ پر گهڻي ڀاڱي سنڌ کان ٻاهر جي حالتن تي آهي. ساڳيو حال روزاني موسم جو آهي. رڳو سنڌ جي تخت گاهہ ڪراچي‌ءَ جو مثال وٺو. ڪراچي سمنڊ جي ڪناري تي آهي ان جي ڪري ان جي آبهوا اونهاري ۾ وچٿري ۽ وٽندڙ هئڻ کپي ۽ اڪثر هوندي بہ آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن اوچتو ئي اوچتو ڪراچي‌ءَ جهڙي

موسم واري شهر ۾ اڀڙي ته زبردست گرمي ٿي ويندي آهي جو ماڻهو حيران ٿي ويندو آهي. **سبب؟**

**خالص غيرسنڌي پڙهو** "راجستان جي رڻ کان هوائون جڏهن چڪجي اتر عربي سمنڊ ۾ هوا جي هلڪي دٻاءَ وارن ڪُنن ۾ داخل ٿينديون آهن تڏهن ڪراچيءَ ۾ ٿوري وقت لاءِ گرميءَ جو درجو گهڻو مٿي هليو ويندو آهي." (ڏسو ص ٣٠، ڪتاب ساڳيو)

پاڪستان ۾ سياري جي مند ۾ ڪنهن مهل اوچتو موسم بدلجي ويندي آهي نه پاڻيءَ ته سيارو، نه پاڻيءَ ته اونهارو! ماڻهن کي اوچتو موسم جي ڦيرگهير ڪري زڪام ۽ پيون بيماريون ٿي پونديون آهن. **سبب؟**

ملڪي؟ نه! خالص غيرملڪي! پڙهو: "پاڪستان ۾ سياري جي سڄي موسم تي ڪڏهن ڪڏهن اولهه کان آيل ان موسمي گڙٻڙ جو اثر پوندو آهي جيڪا پوئچ سمنڊ جي موسمي منجهاند تي پيدا ٿيندي آهي ۽ عراق، ايران ۽ افغانستان جو گس وٺي اچي پاڪستان کي پهچندي آهي." (ص ٣٠، ڪتاب ساڳيو)

سنڌي ماڻهن جا ڌورانهين ڏيهن سان تمام ويجها ناتا رهيا آهن. اهي ناتا رڳو واپار، ثقافتي ۽ سياسي ڏي وٺ تائين محدود نه رهيا آهن. انهن ۾ نسلي لاڳاپا به اچي وڃن ٿا. مثال طور جديد سنڌي قوم ڪن مکيه نسلن مان ٺهيل آهي يعني دراوڙ، سمات ۽ بلوچ، انهن

ٿنهي نسلن جي ماڻهن جا تمام ڏورانهين ڏيهن جي ماڻهن سان ۽ بلوچن جا سوين هزارين سال اڳ پوڙ سمنڊ جي علائقي جي ماڻهن سان لاڳاپا آهن ڇو ته انهن جو اتان جي ماڻهن جو هڪ دور ۾ اصل نسل ساڳيو هو. ساڳيءَ طرح سمانن جا وري وچ ايشيا جي قديم ماڻهن ايرانين ۽ جرمنن وغيره سان گهرا ثقافتي تاريخي ۽ نسلي رشتا آهن، ڇو ته اهي سموريون قومون ساڳئي آريائي نسل ۽ ساڳئي وچ ايشيائي وطن سان تعلق رکن ٿيون. اهي ماڻهو پنهنجي علائقن ۾ زبردست اٿلن پٿلن ڪانپوءِ هو پنهنجن ڪان ڏار ڏار ٿي دنيا جي مختلف ملڪن ۽ ڪنڊن ۾ پکڙجي ويا.

## تاريخي اٿلون پاٿلون

تاريخ جي هر دور ۾ ٻين ملڪن ۽ ڪنڊن اندر جيڪي وڏيون وڏيون تاريخ ساز اٿلون پاٿلون آيون آهن تن سڀني، سنڌ کي ڪنهن نه ڪنهن سڌي يا اڻ سڌي نموني متاثر ڪيو آهي. هزارين سال اڳ بهار ۾ ڏاهو گوتم پيدا ٿيو ته جلدئي سڄي سنڌ ٻڌ جي مندرن سان سينگارجي ويئي ۽ هتان ڪان هزارين ڪوهه پري پيدا ٿيل ٻڌ مذهب رڳو راءِ گهراڻي جي زماني ۾ به سڄا سارا پوڻا ٻه سؤ سال سنڌ جو سرڪاري مذهب ٿي رهيو. ماڻهن جا خيال، عقيدا، عادتون، سوچ ويچار جا ڍنگ، چڱائي برائي جا ماپا ۽ ڪائنات جي

ڏوڙ ۽ ڊهڻ، انسان جي جيئڻ مرڻ ۽ سنڌس آخري پڄاڻي جا تصور جڻ هڪڙي وڏي سماجي انقلابي طوفان ۾ وڪوڙجي ويا. ان ڪانپوءِ جڏهن وري ڪشمير ري برهمڻ چچ ڪشمير کان اچي نيٺ سنڌ جو راجا ٿيو، تڏهن به سنڌي ماڻهن لاءِ منظور ۽ مقرر ٿيل دين ڌرم جي تصورن ۽ عقيدن ۾ زلزلو اچي ويو ۽ سنڌن دنيا ئي بدلجي ويئي. برهمڻ جي راڄ کي سنڌ ۾ قائم ٿئي اڃا ۹۰ کن سال به پورا نه ٿيا هئا ته سنڌ کي هڪ ٻيو وري اولهه طرف عربستان جي رڻ پٽ کان آيل هڪڙو ٻيو نظرياتي، سماجي، ثقافتي ۽ سياسي طوفان وڪوڙي ويو. اڪ ڇنڀ ۾ سنڌ جو سرڪاري مذهب ۽ سرڪاري طرح منظور ٿيل رهڻي ڪهڻي، سماجي سوچ ويچار ۽ عادتون ڦري اور ٿي پيا جن جو اڳ ڪنهن کي وهم ۽ گمان به ڪونه هيو. اهڙي ريت ٻهار، ڪشمير ۽ عربستان جي ڏورانهن ڏيهن جي ماڻهن جي خيالن ۽ عملن ۾ جيڪي انقلاب آيا تن سنڌ جي ماڻهن جي خيالن ۽ عملن ۾ لڳاتار انقلاب آڻي ڇڏيا. ويجهڙائيءَ واري دور ۾ سمي حاڪم جام نندي جي حڪومت جي زماني ۾ قنڌار جا حاڪم ارغون هئا. ان زماني ۾ بلوچستان جا رند ۽ لاشاري پاڻ ۾ وڙهيا. رندن جو سردار چاڪرخان لاشارين خلاف قنڌار جي حاڪم ارغونن کي چاڙهي آيو. ارغونن ۽ رندن گڏجي لاشارين کي تباهه ڪيو ۽ کين سنڌ طرف پڄائي ڪڍيو. نيٺ

ارغونن خود چاڪرخان کي به بلوچستان مان ڪڍي
ڇڏيو ۽ هو پاڻ بلوچستان جا حاڪم بڻجي ويٺا. اتان
پوءِ هو موقعو ڏسي ڄام فيروز جي دور ۾ سنڌ جي
حڪومت جي ڪمزوريءَ جو فائدو وٺي سنڌ تي ڪاهي
آيا ۽ سنڌ کي بلوچستان وانگر غلام بڻائي ڇڏيائون.
اهڙيءَ ريت بلوچستان اندر ٿيل خالص اندروني سماجي
سياسي واقعن اهڙي صورتحال پيدا ڪئي جو ارغونن
کي نه رڳو بلوچستان ۾ داخل ٿيڻ جو وجهه مليو
پر ڪين سنڌ جي ڪمزور ٿيڻ شرط ان تي فوراً وار
ڪري ان کي غلام بڻائڻ ۾ آساني سان ڪاميابي حاصل
ٿي ويئي. ٻين لفظن ۾ بلوچستان جي ڪمزوري ۽
غلاميءَ ۽ سنڌس سنڌ خلاف فوجي ۽ سياسي اڏي طور
ڪم اچڻ بنان، سنڌ کي ان دور جي حالتن ۾ غلام
بڻائڻ ممڪن نه هو.

ياد رهي ته عرب به راجا ڏاهر جي وقت ۾ سنڌ
کي غلام بڻائڻ کان اڳ بلوچستان کي غلام بڻائي
پنهنجو سياسي ۽ فوجي اڏو بڻائي چڪا هئا. ان اڏي
مان ئي حملو ڪري هنن سنڌ کي غلام بڻايو. ان کان
پوءِ به هر دور ۾ بلوچستان ۾ سياسي لاهين چاڙهين
سنڌ کي فورن متاثر ڪيو آهي ۽ هيئنر به ڪري پئي.
پئي سڄي ملڪ سان گڏ سنڌ ۾ اڄ جيڪا صورتحال
آهي ان جو هڪڙو مکيه فوري سبب اهو بڻيو جو
مرڪزي سول حڪومت ۽ صوبائي سول حڪومت جي

وچير نڪر ٿي پيو ۽ فوج کي بلوچستان ۾ پنهنجا پير کوڙي سول حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جو بهانو ملي ويو.

٢٤ سيپٽمبر ١٥٩٩ع تي سنڌ کان ٥ هزار ميل پري لنڊن شهر جي ڪن واپارين پنهنجي ملڪ جي راڻي ايلزبيٿ پهرينءَ کي درخواست ڪئي ته کين هڪڙيءَ واپاري ڪمپني جي حيثيت ۾ هندستان سان واپار ڪرڻ جو پروانو ڏنو وڃي. رٿيل ڪمپني جو نالو پوءِ ايسٽ انڊيا ڪمپني جي نالي سان مشهور ٿيو.

اها درخواست منظور ٿي. ان جي نتيجي ۾ اٽڪل اڍائي سؤ سال پوءِ سنڌ ۾ ١٨٤٣ع ۾ هڪڙو پيو زبردست انقلاب آيو ۽ مياڻي ۽ دبي جي لڙائين کانپوءِ سنڌ مشرقي قومن بدران پهريون دفعو هڪ يورپي قوم وٽ غلام بڻجي وئي ۽ سندس قومي ۽ سماجي زندگي ۾ هڪڙو اهڙو زلزلو اچي ويو جنهن سنڌ جي سماج جا ڪئين صديون پراڻا ٿنڀا ڪيرائي ڇڏيا.

مياڻيءَ جي لڙائي کان پورا ٻه سال پوءِ ١٨٤٥ع ۾ يورپ ۾ هڪڙو ڪتاب لکيو ويو جنهن ۾ چيو ويو ته سڄي دنيا جو نظام غلط ۽ ظالماڻو آهي. اهو ڊاهي نئين سر اڏڻ گهرجي. ان ڪتاب جو نالو ڪميونسٽ پڌرنامو هو. ان ڪتاب ۾ ڏسيل هدايتن مطابق دنيا جي هڪڙي پوئتي پيل ۽ بيمار ملڪ روس ۾ انقلاب آيو.

نئين انقلابي حڪومت بيپناهه طاقت بڻجي ويئي، ان دنيا جي ٻي عظيم جنگ ڪٽڻ، سامراج ۽ خاص ڪري انگريز سامراج کي ڪمزور ڪري کين هندستان ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ۽ اهڙي طرح هڪ خدا تائين ان ڪتاب جي روشنيءَ ۾ آيل ان انقلاب جي شاندار سوڀ جي مهابي اسين سنڌ ۽ هند جا ماڻهو آزاد ٿي سگهياسون.

ان ڪتاب لکجڻ کان پورا ١٣٥ سال پوءِ ۽ ان مطابق آيل روسي انقلاب کان ٦٣ سال پوءِ اڄ سال ١٩٨٠ع ۾ ان حڪومت جون فوجون تاريخ ۾ پهريون ڀيرو اسان جي سرحدن جي ويجهو بيٺيون آهن ۽ سنڌ توڙي ٻيو سڄو ملڪ اهڙن زبردست انقلابي ۽ انقلاب دشمن طوفانن جي وڪوڙ ۾ اچي ويا آهن جن جو نتيجو ڪهڙو به نڪري سگهي ٿو.

ثقافتي، سياسي ۽ ٻين سمورن معاملن ۾ اسين پل پل ٻاهرين دنيا جي واقعن ۽ حالتن کان متاثر ٿيا آهيون. تنهن جا مٿيان فقط ڪي ٻنهه ٿورا مثال آهن. جيئن ڪائنات پنهنجن سمورن فرقن ۽ تضادن جي باوجود پس و پيش هڪ آهي، تيئن انسانذات به سمورن فرقن ۽ تضادن جي باوجود پس پيش هڪ آهي ۽ هر گهڙي، هر پل دنيا جي هڪ حصي ۾ ٿيل ڳالهيون ان جي ٻين حصن جي ماڻهن کي متاثر ڪنديون ۽ ڪائنات متاثر ٿينديون رهيون آهن.

## خالص ۽ پيور سياست؟!

ان ڪري ڪابہ اهڙي سياست ٿي سگهي ٿي ڪانہ ٿي جيڪا اهڙي خالص هجي جو اها اهڙي نموني ڪنهن هڪڙي ڌر، قوم يا ملڪ جي سياست هجي، جو ان جو ٻئي ڪنهن ڌر، قوم يا ملڪ جي سياست سان ڪوبہ واسطو، ڪو لاڳاپو، ڪو دارومدار، ڪو اوت موٽ اثر يا دخل نہ هجي. ان ڪري اهڙي ڪنهن خالص سنڌي سياست جي ڳالهہ ڪرڻ جيڪا پاسي وارن صوبن، قومن، ملڪن ۽ دنيا جي سياست ڪان صفا الڳ، ڪٽيل ۽ يڪي سر شينهن قسم جي سياست هجي سو فطرت جي اصولن جي خلاف ورزي ڪرڻ، ۽ پنهنجي بي‌سمجهي، بي‌عقلي، ناداني ۽ جهالت جو ثبوت ڏيڻ ٿيندو.

سنڌ جي سياست هميشه پروارن علائقن ۽ ملڪن جي سياست ڪان سڄي دنيا تي چانجندڙ سياست ڪان متاثر ٿيندي رهي آهي ۽ موٽ ۾ انهن کي متاثر ڪندي رهي آهي. اڄ بہ ائين ٿئي پيو ۽ هميشه ائين ئي ٿيندو رهندو.

فرق رڳو اهو آهي تہ ٻاهرين سياست شعوري طرح ۽ اڳتي وڌي پنهنجي حرڪت ۽ اڳڀرائي سان اسانکي متاثر ڪيو آهي ۽ اسان پنهنجي گهر جي ڪنڊ ۾ ڪڪڙ ٿي ﻣﻦ ڪري ويهي ڪين هن نموني متاثر ڪيو آهي

جيو اسان جي اڪثر ڪمزور ۽ بتال حالت ڪين اڪثر مڏ پئي ڪيا آهن ته ”اڇو! اچي اسان تي قبضو ڪري اسان دي ڦريو ۽ لٽيو ۽ غلام بنايو!“.

جنگ فقط هٿيارن سان ڪانه ٿيندي آهي. هٿيارٻند جنگ جو دارومدار نظرياتي، ثقافتي، اقتصادي ۽ سياسي جنگ تي هوندو آهي. فوجي توڙي سياسي جنگ جو اهو تسليم ٿيل اصول آهي ته عام حالتن ۾ دشمن جي حملي کان پاڻ بچائڻ جو بهترين طريقو اهو آهي ته اڳتي وڌي مٿس حملو ڪجي. ان ڪري چوندا آهن ته ”بچاءَ جو بهترين طريقو آهي حملو ڪرڻ“. ان اصول تي ڪامياب عمل جو مشهور مثال برطانيه جو آهي. برطانيه يورپ جي ٽين ملڪن روس، فرانس ۽ جرمنيءَ جي پيٽ ۾ پنهنجي سر کو ايڏو جبرو ملڪ ڪونهي پر هن سدائين دنيا کي آڱرين تي نچايو آهي. صدين جون صديون هن پنهنجي ملڪ جي سرحدن اندر ڪا لڙائي ٿيڻ نه ڏني آهي. برطانيه جي سياستدانن ايامن کان اهڙي حڪمت عملي اختيار ڪري ڇڏي آهي ۽ ان موجب اڳتي وڌي پنهنجي ملڪ کان ٻاهر يورپ ۽ ٻي دنيا ۾ اهڙو سفارتي، سياسي ۽ اقتصادي جار وڇائي ڇڏيو آهي جو اڄان ڪو ڪانئس طاقتور ۽ جبرو دشمن ملڪ مٿس حملي ڪرڻ لاءِ سنيري ئي مس ٿو ته اهو هڪدم انگريزن جي وڇايل حڪمت عملي ۽ تدبيرن جي ان اڻ لکي جار ۾ وچڙي خود پنهنجي پاڙ پسرين ساڻ

اهڙو انڪي پوي ٿو جو پتو تڏهن ٿو پوي جو برطانيه تي حملو ڪرڻ ته حملي جي ماڳ انلو حملو ڪندڙ طاقت جو گهر نسبت ٿيو وڃي. تانجو جنهن مهل هو ٽڪيو، ڦاٽ ٿيو، صلح لاءِ ٻاڏائي ٿو ۽ سندس قسمت جو فيصلو ڪرڻ جو وقت اچي ٿو، تنهن مهل فيصلي ڪرڻ وارن ۾ گهڻن مڙسن جو مک خود برطانيه بنيو ويٺو هوندو آهي جو ڪيس مارائي، ذليل ڪري، مفت ۾ گهر ويٺي سندس ٽپڙ به ورهائي کٽي ويندو آهي ۽ ڪيس انلو ٿوراٿو به ڪري ڇڏيندو آهي ۽ وري ڪيس ڪنهن ٻئي ملڪ خلاف استعمال ٿيڻ لاءِ تيار به ڪري ڇڏيندو آهي! برطانيه انهيءَ حڪمت عملي ۾ ان ڪري ڪامياب ويو آهي جو ان جا سياستدان گهر جي ڪنڊ ۾ ڪڪڙ ٿي ڪونه ويهندا آهن پر سڄي دنيا کي پنهنجي سياست جو ميدان جنگ سمجهندا آهن. دنيا جي هڪ ڪنڊ کان وٺي ٻيءَ ڪنڊ تائين جيڪو ڪجهه وهي واپري پيو، تنهن جي خبر رکندا آهن، ان جاءِ جي آذار تي دنيا جي ننڍي کان ننڍي ملڪ، قوم يا قبيلي جي اندروني لاڳاپن ۽ تضادن کي سمجهي ان جو پورو فائدو وٺندا آهن.

## مير جعفر ۽ مير صادق، مير صوبدار ۽ مير علي مراد

جيتري گوري فوجي قوت انگريزن هندستان کي غلام بنائڻ ۾ سيڙائي سا انهن بي پناهه هندستاني فوجي

قوتن جي پيٺ ۾ تڪ برابر به ڪانه هئي. جيڪي قوتون انگريزن خود هندستانين کي پاڻ ۾ ويڙهائي منجهائڻ هٿ ڪري خود سندن خلاف استعمال ڪيون. مير صوبدار، مير علي مراد ۽ ٻين ميرن جا مثال اسان جي اکين اڳيان آهن جن کي سياڻي کان اڳ ئي انگريزن پاڻ ۾ ويڙهائي چٽ ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن سنڌ ۽ هند جي بيشمار حڪومتن جا ڪم رڳو پنهنجي مڪاني مسئلن کي ڏيان ۾ رکڻ ۽ انهن لاءِ هڙ هٽان ڪرڻ بدران پنهنجي قدرتي، اندروني اختلافن ۽ جهيڙن جهٽن جي باوجود وڏي نظر ڏاري، دوراندیشيءَ کان ڪم وٺي، سڄي سنڌ ۽ هند جي گڏيل سياسي مسئلن ۽ سياست تي به نظر رکن ها ۽ انهن گڏيل ملڪگير مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳواٽ رٿابندي ڪري گڏيل سياسي حڪمت عملي ۽ تدبيرون ڏاهي انهن تي محڪم ارادي سان عمل ڪن ها، آسپاس جي ملڪ جي حالتن تي ڪرڙي نظر رکن ها، انهن ملڪن ۾ ٿيندڙ سياسي ۽ ٻين تبديلين کان بروقت واقف ٿيندا رهن ها، سندن تضادن کي پنهنجي بچاءَ ۾ ڏاهپ سان ڪتب آڻيندا رهن ها، ڪنهن ٻاهرين خطري پيدا ٿيڻ کان اڳ ۾ ان جو اندازو لڳائي انهن جو اڳواٽ تدارڪ ڪري ڇڏين ها، اڳتي وڌيل سفارتڪاري ڪتب آڻي ٻاهرين ملڪن سان اڳرائي توڙي بچاءَ جا اتحاد ۽ پيا بندوبست ڪري ڇڏين ها ته هن ملڪ جي ماڻهن تي ڏارين

حملو ڪندڙن جي جيڪا ڏوڪ ڏوڪان گذريل هزارن سالن کان جاري آهي سا شايد شروع ٿي نه ٿي سگهي ها ۽ اڄ هندستان دنيا جي عظيم ترين قوتن مان هڪ هجي ها. پيو ٺهيو رکيو سنڌ ۽ بلوچستان جي وچ ۾ ٿي اتحاد هجي ها ۽ پنهي جي وچ ۾ ڏک سک ۽ هڪٻئي جي مدد ڪرڻ جا معاهدا قائم ٿيل هجن ها ته به جيڪر سنڌ جي تاريخ ڪا ٻي هجي ها. مثال طور: جيڪڏهن سمن جي دور جي سنڌي حڪومت بلوچستان ۾ ڪاميابيءَ سان دوستاڻي مداخلت ڪري، رندن ۽ لاشارين جي وچ ۾ صلح ڪرائي، ارغونن کي بلوچستان ۾ آئڻ جو سبب ختم ڪري سگهي ها ته وڏو امڪان اهو هو ته باوجود وقتي اندروني ڪمزوريءَ جي، سنڌ جيڪا اڳ دهليءَ جي ٿن شهنشاهن کي شڪست ڏيئي چڪي هئي، سا ارغونن کي به منهن ڏئي وجهي ها.

خود عربن جي دؤر ۾ به جيڪڏهن سنڌ ۽ بلوچستان جي وچ ۾ عرب شهنشاهيت بابت همخيالي ۽ هم صلاحي هجي ها ته عرب شهنشاهه ايڏي آساني سان، ٻنهي کي ڌار اڪيلو اڪيلو ڪري غلام نه بنائي سگهن ها!

اڄ ان ڪالهوڪي ڳالهه آهي ته سنڌ ۾ رجعت پرستن سنڌي ٻوليءَ کي معمولي حق ملڻ خلاف فساد پئي ڪيا ته بلوچستان وارن همراهن بلوچيءَ بدران اردوءَ کي پنهنجي صوبائي ٻولي پئي بنايو ۽ سنڌين جي ڦٽن تي لوڻ پئي برڪيو. وري جڏهن اڄ کان ستت ئي

پوءِ بلوچستان کي فوجي ٽولي رت ۾ پٽي وهنجاريو تڏهن اڪثر سنڌين ماٺ ڪري تماشو پئي ڏٺو.

رڳو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ واري دؤر ۾ بس جيڪڏهن سنڌي ٻاهرين دنيا جي سياست بابت ڪي پورا چاڻ رکن ها، پنهنجا دوست ۽ اتحادي ڳولهين ها، ٻين وارن صوبن ۽ علائقن جي سياست کي ڪٿهن ڏاهپ ۽ مؤثر سان متاثر ڪري سگهن ها، انهن علائقن ۾ پنهنجي فائدي وارين قوتن کي وڌائڻ، مخالف قوتن کي ڪمزور ڪرڻ يا گهٽ ۾ گهٽ سنڌ مخالفت جي رخ کي موڙي مٺو ڪرڻ جي شعوري ڪوشش ڪن ها ته به اڄ سنڌ جي سياست ٻي هجي ها.

## گهر جي ڪنڊ يا ٻاهر ميدان وڃي؟

هن وقت به سنڌ لاءِ اهو سوال آهي ته اسين دنيا کان بدستور متاثر ٿيندي، موٽ ۾ ڪيئن اڳڀي وانگر وڏيرڪي، بيوقوف ۽ بي عمل، خودغرض، موقعي پرست، بزدل ۽ وطن فروش سياست کان متاثر ڪريون يا سجاڳي، سمجهه، همت، مؤثر ۽ وطن سان وفاداريءَ واري عوامي انقلابي سياست سان متاثر ڪريون. پنهنجي گهر جي ڪنڊ ۾ ويهي رڳو ٻاهرين قوتن جي حملن کان بچاءَ جي نالي ماتر رسم پوري ڪري رڳو ڦرئي وانگي واريون دانهون ڪندا رهون ۽ هميشه وانگر اڪثر رڳو شڪستون کائيندا ۽ غلاميءَ جون پيڙائون ڀوڳيندا رهون يا دشمن

جا سياسي ۽ ٻيا گهيرا ٺوڙي گهرن کان ٻاهر نڪري
اچي وڃي. رجعت پرست سنڌ دشمن اڏن ۾ گهڙي سندن
گهر جي ستايل ڀاتين جو ساٿ حاصل ڪري ڪيس
سندس گهرو اڏي ۾ گهٽي سوڙهو ڪري ڇڏيون.

فقط سنڌي سياست ۽ خالص سنڌي سياست جو نعرو
هڪڙو وڏيرڪو سنڌ دشمن شوشو آهي. ان جو بنياد
پاڪستان بابت ڪن هوائي نظرين تي رکيل آهي.
ماڻهن وانگر ڳالهيون به اندر ٻاهر هڪجهڙيون نه
هونديون آهن. ماڻهن وانگر ڪي ڳالهيون به سهڻن
نوهن جيان ٻاهران ڏسڻ ۾ سهڻيون پر حقيقت ۾ اندران
اندر زهريليون هونديون آهن. حقيقت کان نٽائيندڙ
رجعت پرست پنهنجي عوام دشمن مفادن خاطر حقيقتن جي
ابتڙ پاسن مان ڪڏهن هڻن ته ڪڏهن هُن پاسي تي
اجايو زور ڏيئي، گهٽ وڌ ڳالهه ڪري، ڪڏهن ڪنهن
سچيءَ ڳالهه کان صفا انڪار ڪري، سچ کي تريءَ
هيٺان لڪائي، ڪڏهن ڪنهن ٻي سچيءَ ڳالهه ۾ اجايو
وڌاءُ ڪري، تيليءَ مان ٿنڀ بنائي، حقيقتن جي سچائي
جنهن توازن جي آڌار تي قائم هوندي آهي ان کي
بگيڙي، خراب ڪري، سچ کي ڦيرائي هڪڙو خطرناڪ
ڪوڙ بنائي، ان کي عوام خلاف هٿيار ڪري ڪتب
آڻيندا آهن.

اهڙين، ڏسڻ ۾ نوهن جهڙين سهڻين ۽ ظاهري طرح
سنڌ دوست ڳالهين، پر اندر ۾ زهر جهڙين ڪوڙين ۾

سخت سنڌ دشمن ڳالهيون، جو هڪڙو وڏي ۾ وڏو مثال آهي نقلي قوم پرست وڏيرن جو پاڪستان بابت خيالي ۽ هوائي تصور.

هو چون ٿا ته پاڪستان انگريز سامراج ۽ رجعت پرست مسلمان جاگيردارن جي وچ ۾ ٿيل سازش تحت هڪڙي غير سائنسي بنياد تي ٺاهيو ويو آهي. پاڪستان ۾ اسلام، نظريه پاڪستان ۽ قومي سالميت جي نالي جي آڙ ۾ ننڍين قومن جا حق ڦٻائي کين پنهنجي وطن ۾ بي وطن ڪري، غلام بڻايو ويو آهي. پاڪستان ۾ ڊڪٽيٽرشپ آهي، پاڪستان جون حڪومتون سامراج جون ڇاڙتيون آهن وغيره. ظاهر آهي ته اهي ڳالهيون گهڻي حد تائين سچيون آهن، اڄڪلهه ته سنڌ جي هڪڙي ننڍڙي ٻار کي به انهن جو احساس آهي. پلا ڪير انڪار ڪندو ته پاڪستان ۾ مظلوم قومن جي حقن تي ڌاڙا لڳا نه آهن؟ ڪير چوندو ته پاڪستان ڏهن ڪڻن وٺي هن ملڪ جا ماڻهو خاص ڪري مظلوم قومن جا ماڻهو موت جي منهن ۾ ناهن؟ پاڪستان جو تصور، ان جو قيام ۽ حڪومت جو ڍنگ سامراجين ۽ رجعت پرستن جي ناپاڪ سازش، بي ايماني، ناحق ۽ ظلم تي ٻڌل آهي. اها ڳالهه سچ وانگر صاف ۽ روشن آهي. ضرورت اها آهي ته مٿين حقيقتن کي ٻنان ڪنهن اجائي وڌاءَ جي سنئين سڌي نموني پنهنجي تاريخي پس منظر ۾ پيش ڪجي ۽ انهن جي تدارڪ لاءِ صحيح واٽ ڳولهي جدوجهد

ڪجهه پر نقلي قوم پرست وڏيرا سياستباز پاڪستان جي موجوده رجعت پرست نظام کي ناحق تي ٻڌل ۽ ناجائز ثابت ڪرڻ کان پوءِ ان کي هڪڙي اڻ وڻندڙ ۽ خراب سياسي حقيقت ليکي ان کي مڙسيءَ سان منهن ڏيڻ جي وات ڏسڻ بدران هڪ طرفائي ۽ وڏاءَ کان ڪم وٺي، ان کي سندس صحيح تاريخي پس منظر کان ڪاٽي، پاڪستان کي هڪڙي اهڙي خيالي شيءِ ڪري پيش ڪن ٿا جو ڄڻ ته پاڪستان نالي دنيا ۾ ڪا شيءِ حقيقت ۾ آهي ئي ڪانه ۽ ڄڻ ته ان جي پيدا ڪيل مسئلن تي سنجيدگي ۽ گهرائي سان سوچڻ ئي اجايو آهي! ڄڻ ته سنڌين ۽ ٻين مظلوم قومين جي ماڻهن ۽ ٻئي عوام جي مٿان پاڪستان ۾ جيڪا هيءَ ڦرلٽ، بک ۽ بيروزگاري جي ويڌن آهي، جيڪا جيلن، ڦٽڪن ۽ مارشلائن جي مصيبت آهي اهي سڀ خيالي وهم آهن! ماڻهو ڄڻ رڳو اجائي هاءِ گهوڙا پيا ڪن! هنن جو پهريون ۽ آخري ۽ اڪيلو سياسي ڪارنامو آهي، پاڪستان جي موجوده نظام جي ناجائز ۽ ظالم هجڻ واري ان هزارين دفعا ثابت ڪيل ۽ لکين ماڻهن طرفان ڪروڙين دفعا ورجايل ڳالهه کي وري وري ورجائڻ ۽ بس! ان عالم آشڪار ڳالهه کي هو اهڙيءَ شدمد مخرج ۽ طمطراق سان، اهڙي رعب تاب ۽ آڪڙ سان، وري ورجائين ٿا ڄڻ ته ڪو اهڙو بنهه نئون سيارو يا قطرت جو ڪو قانون ڳولهي لڌو اٿن جنهن جو

هيستائن دنيا جي سائنسدانن کي وهم گمان به ڪونه هو! ان ڳالهه کي ثلهو وات مان ورجائڻ کي هو اهڙو اڻانگو ۽ جبرو تاريخي ڪارنامو ڪري ٿا ظاهر ڪن ۽ اها ڳالهه ڪندي ائين جنسي پڳهر مان شل ٿيو وڃن جو پائئين ٿا ته ههڙي زبردست ڪوجنا واري ڪارڏسي جي ڳالهه ڪنن سان ٻڌڻ کان پوء سنڌي ماڻهو ٻي ڪابه ڪڇ پڇ نه ڪن، رڳو سندن هر ڳالهه تي هٿ ٻڌي "آمنا صدقنا" چوندا رهن.

## ٽوڙيندا سين! ٽوڙيندا سين

جيڪڏهن ڪين چئجي ته ته پاڪستان جي قيام جي پيدا ڪيل مسئلن کي منهن ڏيڻ لاء انهيء تي غور ڪرڻ کپي ۽ دنيا جي انقلابي تاريخ جو مطالعو ڪري انهن مان سائنسي حل ڳولي هٿ ڪجن ته هو چون ٿا ته "ڇا جي دنيا، ڇا جو انقلاب ۽ ڇا جي تاريخ! پاڪستان جا مسئلا فقط پاڪستان ۾ پيدا ٿيا آهن! ٻي دنيا انهن بابت تصور به نٿي ڪري سگهي، انهن جي فقط اسان کي ڄاڻ آهي، ٻئي ڪنهن کي خبر پئجي نٿي سگهي. جيڪي اسين چئون سو ڪريو!" وري جي پڇجي ته "چڱو ڀلا! ٻڌايو ته ڇا ڪريون؟" ته وري چون ٿا ته "ٻيو ڪجهه ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي! رڳو گهر ويٺي پيا چئو ته "ٽوڙيندا سون! ٽوڙيندا سون! پاڪستان کي ٽوڙيندا سون!" ظاهري طرح

اها هڪڙي حماقت جي ڳالهه آهي، بلڪ سياست ۾ حماقت جو شاهڪار آهي. پر ڳالهه ڪندا آهن تہ، هڪڙي ڀار پنهنجي ماءُ کي چيو تہ، "امان اڄ مون ڏٺو تہ ماما بازار جي وچ ۾ چرين وانگر پٽ تي ليٽيو پيو هو ۽ ماڻهو ڪيس چريو سمجهي پٺي مٺائون کليا." ماڻس، جا پنهنجي ڀاءُ کي چڱي طرح سڃاڻندي هئي، تنهن پٽ کي چيو تہ، "ابا! ماسين جي ان چرپڻ ۾ بہ ڪو مطلب هوندو! هو بہ ائين! ماس پٽ تي ڪو پئسو ڪريل ڏٺو هو، سو ليٽي انڪل سان پئي ان کي کڻيائين!" سو وڏيرن جي چرپڻ ۾ بہ مطلب آهي. ڪين خبر آهي تہ پاڪستان جهڙا مسئلا دنيا جي ٻين بي انداز ملڪن ۾ آهن. انهن مان ڪيترن ملڪن جي ماڻهن انهن مسئلن جا حل ڳولي ڪڍيا آهن. ڪين خبر آهي تہ جيڪڏهن ماڻهو پاڪستان جي نظام کي هڪڙي اڻ وڻندڙ ۽ عوام دشمن قوس سياسي حقيقت جي حيثيت ۾ چڱيءَ طرح تپاسي ۽ ان جا حقيقي ڪارڻ معلوم ڪري انهن جو صحيح علاج ڪرڻ لاءِ دنيا جي ٻين ملڪن جي تجربي جي روشني ۾ جدوجهد ڪندا تہ ڪو نہ ڪو حل نڪري ايندو. پر هو سمجهن ٿا تہ اهو حل غدارن لاءِ سياسي موت برابر هوندو. سندن طبقي جي عوام دشمن ۽ غدار وڏيرڪي طبقاتي سياست جو پاڻڊو ڪاي پوندو ۽ سندن سنڌ جي سياست تان هڪ هٿي ۽ ڏڪٽيٽرشپ ختم ٿي ويندي. عوام صحيح

وات وٺي سموريون عوام دوست قوتن سان گڏ سنڌ ن وڏيرا شاهي سان به چونڪارو حاصل ڪندو ۽ هو جيڪي هينئر جاوا پيا ڪن سي سدائين ڪري نه سگهندا. تنهنڪري هو پاڪستان بابت ليگين جهڙا خيالي ۽ هوائي تصور پيش ڪري ان جي مذمت ۽ مخالفت جو ڪوڙو ڍونگ رچائي، ان جا خيالي ڪارڻ ۽ هوائي علاج ڏسي ماڻهن کي پنڌ تي پاچاري پڌائي، ڪين رڻ ڏانهن منهن ڏيئي، ملڪ جي مٿان پنهنجي چوڌرائپ ۽ جمعداري قائم رکڻ گهرن ٿا.

اهو ئي سبب آهي جو "ماما" وڏيرا چريا ڪريا ڏيو پاڪستان بابت ههڙيون آسرپوناڙون ڳالهيون ڪريو، ماڻهن کي بين الاقوامي طور سڄي جڳ ۾ آزمايل صحيح ثابت ٿيل حقيقي انقلابي وات کان روڪيو، گمراه ڪريو، سنڌ مٿو وڃايو، ڪين پنهنجي عوام دشمن وڏيرڪي، سياست جو هٿ ٺوڪيو اوزار ڪريو ڪتب پيا آڻين ۽ سنڌ جي سياست تي پنهنجي هڪ هٽي بچايو، عوام مٿان پنهنجي ڦرلٽ ۽ ظلم قائم رکيو، اٽلو مڙئي سان قوم جا محسن ۽ عظيم رهبر بنيا الوليون پيا ڪن. ڇا پاڪستان واقعي رڳو هڪڙي وقتي سازش يا آسمان مان نازل ٿيل حادثي جو نتيجو آهي؟

هندستان جي مسلمان جاگيردارن، سرمائيدارن ۽ سنڌ پوئلڳ وچولي طبقي طرفان عوام جي خلاف سازش برابر ڪئي ويئي هئي پر اها ڳالهه ايڏي سولي ۽

سادي ڪانهن هئي. اها سازش هڪڙي ڏکي، پيچيدي تاريخي عمل جي فقط هڪڙي ڪڙي هئي.

وڏين سياسي اٿلن پٿلن جا ظاهري ۽ فوري سبب هڪڙا هوندا آهن ۽ انهن جا اصلي ۽ اونها تاريخي سبب پيا هوندا آهن. جيئن رندن ۽ لاشارين جي گهرو لڙاين ۽ بلوچستان ۽ سنڌ جي غلاميءَ جو ظاهري ۽ فوري سبب هڪڙي مالدار مائي تان چاڪر خان ۽ گهرام جي وچ ۾ تڪرار هو. پر اصل سبب ان کان گهڻي ڏکي عرصي وارا، جٽادار ۽ اٿر هيا، تيئن پاڪستان ٽٽڻ سبب پيدا ٿيل صورتحال جو سبب رڳو ١٥-٢٠ سالن جي سامراجي سازش ڪانهن هئي. جيڪڏهن هندستان جي هندو ۽ مسلمان ماڻهن جي وچان هزارين سالن جي تاريخ هڪڙي رت ۽ ماهم جي اونهي ۽ اٿاهم ڪاهي ڪوني نه ڇڏي ها. جيڪڏهن هڪڙي طرف مسلمان حاڪمن ۽ جاگيردارن هندو عوام خلاف بي‌انتها ظلم نه ڪيا هجن ها، جيڪڏهن ٻئي طرف هندو سرمائيدارن سنڌ جهڙن اڪثريت وارن صوبن ۾ مسلمان وڏيرن وانگر عوام جو رت نه پيتو هجي ها، جيڪڏهن مسلمان ۽ هندو جاگيردار، سرمائيدار حاڪمن مخالف مذهب جي عوام خلاف سنگين جرم ڪري، سندن دلين ۾ نفرتن جا آڙاهه نه دکايا هجن ها، جيڪڏهن ضدين ڪان ٻنهي ڌرين جي حاڪم طبقن ان نفرت جي اصلي سببن کي بدمعاشيءَ سان لڪائي، انهن

کي مذهبي رنگ ڏيئي، عوام جي ڪاوڙ کي اصل مجرمن يعني حاڪم طبقن بدران مخالف مذهب جي اٻوجهه عوام ڏانهن سنهن نه ڏنو هجي ها، جي ڪلهه پورا هڪ هزار سال هندو مسلمان عوام کي هڪبئي جي رت جو پياسو نه بنايو وڃي ها ته هيءَ ته هڪڙي سامراجي ۽ رجعت پرست سازش هئي پر ههڙيون هزارين سازشون هرگز ڪامياب ٿي نه سگهن ها.

تنهن کان سواءِ اڄ، هن وقت، ڇا پاڪستان رڳو هڪ خواب ۽ خيالي وهم ۽ گمان آهي؟ ڇا ان جو وجود اسان جي اکين اڳيان لڪين فوج، لکين سرڪاري ڪامورن، جيلن، ٿاڻن، عدالتن ٻين سرڪاري ادارن ۽ ٻي سموري سرڪاري، سماجي، نظرياتي وغيره مشنريءَ ۽ نظام جي صورت ۾ موجود ڪونهي؟ ڇا پاڪستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پاڪستان جي سرڪاري عوام دشمن سماجي نظام جو ننڍنگ لکين ڪروڙين ماڻهن کي روز ڪونه پيو ڏنگي؟ ڇا خود اسين سنڌي، جيڪي پنهنجي زمينن ۽ شهرن کان لوڏجي، پنهنجي حقن کان محروم ٿي، پنهنجي وطن ۾ چور ٿي، پنهنجي ئي گهر ۾ ڏاريا ٿيا ويٺا آهيون، سي پاڪستان جي سماجي نظام جي حقيقي ۽ سچي پچي ظالمائي وجود جا لکين جيئرا جاڳندا ثبوت ٿيو ڪونه پيا هلون ڦرون؟ ڇا سڄي پاڪستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جيڪي ڪجهه ٿئي پيو سو هڪ منظم عوام دشمن پاڪستاني سرڪاري مشينريءَ جي

۾ نام نهاد جمهوريت هجي يا سنڌين سنڌي آمريت، پاڪستان جي حڪومت جي ڪرسين تي ڪو وڏيرو وهي يا سرمائيدار يا ڪو جنرل يا ڪرنل، پاڪستان سرڪار هي عوام دشمن مشينري ۽ ڪلاڪ عوام خلاف حرڪت ۾ رهي ٿي؟ پاڪستان هڪ ظالمائي ۽ عوام دشمن سماجي نظام ۽ سرڪار جي حيثيت ۾ هڪ ڏوس ۽ حقيقي وجود رکي ٿو جنهن سان جيڪڏهن سوچي ويچاري ڏٺو وڃي، ڏکي وڏي ساهي ڪري، مڙس ماڻهو ٿي، منهن نه ڏيو نه هن ملڪ جي پين ڪروڙين ماڻهن وانگر اسان سنڌين جي حياتي به وهم جهڙي رهندي.

عوام دشمن جو پراڻو دستور آهي ته عوام سان ڪيل سنگين ڏوهن خلاف عوام ۾ جيڪو مخالف رد عمل قدرتي طور پيدا ٿيندو آهي ۽ ٿيڻ کپي تنهن کي خود عوام خلاف هڪڙو هٿيار ڪري ڪم آڻيندا رهيا آهن. سنڌي عوام دشمن سياستباز پاڪستان جي نالي جي آڙ ۾ ڪيل ڏوهن خلاف سنڌي ماڻهن جي سخت نفرت واري رد عمل کي خود سنڌي عوام خلاف ڪتب آڻيندا رهيا آهن.

ڪين خبر آهي ته پاڪستان جي چالو سماجي نظام هيٺ عوام کي خاص ڪري سنڌي عوام کي اهڙا ڏنب ڏنا ويا آهن جو ڪوبه ماڻهو سنڌي ماڻهن وٽ ان جي بازي ۾ ڪابه اهڙي ڳالهه ڪندو جا ڏسڻ ۾ پاڪستان جي برخلاف هوندي ته سنڌي ماڻهو هڪدم

ماتحت ڪونه پيو ٿئي؟ ڇا اُئين صحيح ڏاهي ته پاڪستان
ان کي پاڪستان جي مخالف ڳالهه سمجهندا ۽ ان تي
وسهي ويندا ۽ ڳالهه ڪرڻ واري ماڻهوءَ کي پنهنجو
گهڻگهرو ۽ پاڪستاني حاڪمن جي مڙهيل نظام جو
دشمن سمجهڻ لڳندا، پوءِ ڀلي ڪٿي اها ڳالهه حقيقت
۾ پاڪستان جي چالو نظام جي مخالف نه پر ان جي
فائدي جي هجي! ڀلي ڪٿي سنڌي ماڻهن کي گمراهه
ڪري کين پاڪستان جي عوام دشمن حڪمران ٽولن
جي اثرائتي ۽ ڪامياب مخالفت ڪرڻ کان روڪڻ
لاءِ هجي، ڀلي پاڻ کي سنڌين جي دشمن بدران انهن
سندن گهڻگهرو ۽ محسن ثابت ڪري آئيندي سدائين
سندن خانه خراب ڪرڻ جي ٺيڪيداريءَ جا حق قائم
۽ محفوظ ڪري ڇڏڻ لاءِ هجي!

بدنيت عوام دشمن، وڏيرا پنهنجي طبقاتي مفادن
خاطر عوام کي گمراهه ڪرڻ لاءِ هڪڙي طرف چون
ٿا ته پاڪستان نرالي دنيا ۾ شيءِ آهي ۽ ڪانه ته
ٻئي طرف وري پاڪستان جي چالو سماجي نظام سان
عوام جي جائز بيزاري ۽ ڌڪار جو ناجائز فائدو وٺي
پاڪستان بابت ڪئين ڪوڙيون ڏندڪٿائون ۽ افسانا
ڏاهيو ويٺا آهن. انهن منجهان هڪڙو من گهڙت افسانو
اهو آهي ته پاڪستان جي صورتحال سڄي دنيا کان
نرالي آهي، پاڪستان جهڙي ڳالهه سڄي دنيا ۾ ڪٿي
به ڪانهي. ان ڪري ٻي دنيا جي تاريخ مان

خاص ڪري دنيا جي انقلابي پورهيت عوام جي جدوجهدن جي تاريخ مان پاڪستان جي مسئلن جو حل ڳولهڻ اڄايو آهي. پاڪستان بابت جيڪا به خبر آهي سا دنيا ۾ فقط اسان سنڌي وڏيرن سياستبازن کي آهي. ان لاءِ جيڪي به ڪرڙو هوندو سو اسين ڪنداسين. ٻين جو ڪم ناهي.

ائين برابر آهي ته پاڪستان ۾ سڀ مسئلا ڪي هوبهو ٻئي ملڪ جي مسئلن جهڙا ناهن، نڪي انهن جا سمورا حل ڪي اڳواٽ ٺهيا ٺڪيا رکيا آهن.

هر ڳالهه ابتڙن جو ميلاپ آهي. هر شيءِ ۾ ابتڙ خاصيتون هونديون آهن. اهو خاص توڙي عام خاصيتن جو ميلاپ هوندو آهي يعني هر مسئلي ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون هونديون آهن، جن جهڙيون ڳالهيون ٻين اهڙي قسم جي مسئلن ۾ نه هونديون آهن. انهن خاص ڳالهين کي ان مسئلي جو خاص پاسو سڏبو آهي. پر ڪو مسئلو سڄي جو سڄو، خاص ڳالهين مان ٺهيل ٺي نٿو سگهي. ڪنهن به شيءِ ۾ سڀ جون سڀ ڳالهيون اهڙيون ٿي نه ٿيون سگهن، جي رڳو ان خاص شيءِ ۾ هجن ۽ ٻئي ڪنهن اهڙي قسم جي شيءِ ۾ هجن ئي نه. تنهن کان سواءِ شين ۽ ڳالهين جي ظاهري صورت ۽ اندرين حالتن ۾ به وڏو تضاد هوندو آهي، پوئتي پيل ملڪن جي سماجي حالتن ۾ ظاهري فرق تمام گهڻا ڏسبا آهن پر حقيقت ۾ ڳالهين جي تهه

۾ وڃبو تہ انهن ۾ گهڻيون ڳالهيون بنيادي طرح هڪجهڙيون هونديون آهن ۽ فرق جيترا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، حقيقت ۾ انهن کان گهٽو گهٽ ۽ گهڻو سطحي ۽ ظاهري هوندا آهن.

اسان جا ڪي سنڌي سياستباز پاڪستان جي صورتحال جي ڪن ظاهري طرح خاص ڳالهين جو ذڪر ڪندي اهڙا وڏيو واڪا ڪن، ڄڻ تہ نيوٽن ۽ آئنسٽائين کان بہ ڪا وڏي ايجاد ڪئي اٿن! اچو تہ جاچ وٺون تہ ڇا پاڪستان جا مسئلا واقعي سڄي جڳ کان نرالا آهن؟ ڇا دنيا جي ٻين ملڪن جي قومن کي اڳ اهڙا مسئلا درپيش ڪونہ آيا آهن ۽ انهن جا حل ڳولي ڪونہ لڌا ويا آهن؟ ڇا دنيا جي انقلابي تجربي جي حڪمت خاني ۾ اسان جهڙن دردن جون ڪي بہ آزمايل ۽ ڪارائتيون دوائون ۽ علاج ڪونهن؟ ڇا اڄوڪي طوفاني انقلابي دؤر جي ڏاهپ جي خزاني ۾ اهڙا ڪي بہ عقل، ڏاهپ، حرفت ۽ ڪاريگري جا املهہ ماڻڪ ڪونهن جي اسان جي علمي ۽ عملي اڻهوند کي ختم ڪري اسان کي انقلابي سرت ۽ سمجهہ سان مالا مال ڪري ڇڏين؟

اچو تہ جاچ ڪريون. اچو تہ هڪ هڪ ڪري ڪن اهڙن مکيہ مسئلن کي کڻون جن لاءِ وڏيرا سياستباز جيڪي هڪڙي زبان سان چون ٿا تہ پاڪستان جو وجود ئي ڪونهي، سي ٻيءَ زبان سان چون ٿا تہ

پاڪستان جي هنن مسئلن جهڙو ارو مسئلو نہ دنيا ۾ ٿيو نہ ٿيندو. انهن جي حقيقت پنهنجي اتـو تہ رڳو اسان کان پڇو.

آئين ناهي تہ اهي مسئلا اهم ناهن! نہ! اهي مسئلا تمام اهم آهن. اهي مسئلا ظلم ۽ زبردستي ۽ سازش جو نتيجو آهن. انهن ڳالهين کي هرگز هرگز برداشت ڪرڻو ناهي. سائين مرڻ ۽ جيئڻ جو مقابلو ڪرڻو آهي. پر ائين فقط تڏهن ڪري سگهبو جڏهن اها ڳالهہ سمجهبي تہ اهي مسئلا آسمان مان ڪونہ ڪريا آهن، پر تاريخ جو ورثو آهن. اهي رڳو هن ملڪ ۾ ناهن پر سڄي دنيا جي سماجي صورتحال جا حصا آهن.

مثال طور ڇا جمهوريت جو قتل ۽ سول ۽ فوجي ڊڪٽيٽرشپ فقط پاڪستان ۾ آهن؟ ڇا سامراج جا ڇاڙتا فقط پاڪستان ۾ ٿـي ليندا؟ ڇـا سعودي عرب، ٻين عرب رياستن، سوڊان، مراڪش، تيونس، اردن وغيره، برما، ارجنٽائين، برازيل، ڪولمبيا، ملائيشيا، فلپين، ڏکڻ ڪوريا، سنگاپور، ترڪي ۽ ٻين اڪيچار ملڪن بلڪ دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ سامراج جون ڇاڙتيون ۽ جمهوريت جـون قاتل سول ۽ ڊڪٽيٽرشپون ناهن؟ ڇا اتي اهڙا سا ڳيا ۽ انهن کان بدتـر وحشي ظلم ڪونہ پيا ٿين؟

ڇا بک، بيروزگاري، جهالت، بيماري، انڌيرنگري چرپٽ راجا، 'جيڪو ڏاڍو سو ڳابو'؛ اهـو حال فقط

پاڪستان ۾ آهي، بي سڄي دنيا ۾ ڪٿي به ڪونهي؟ ڇا آفريڪا، ايشيا ۽ لاطيني آمريڪا جي اڪثر ملڪن جو عوام انهن اونداهين ۾ نٿو رهي؟ ڇا دنيا جي ملڪن جي وڏي اڪثريت ۾ ٻار ڇِنڊيءَ يا پالڻ ۾ نٿا مرن؟ ڇا اتي ماڻهو، ماڻهوءَ جو غلام ناهي؟ ڇا اتي به ٻار ۽ عورتون ڏورن جهڙيون حياتيون نٿا گهارين؟ ڇا اتي به وحشي، طبقاتي، قومي ۽ نسلي ظلم ڦرلٽ جو دؤر جاري نه آهي؟ ڇا ننڍين قومن سان ظلم فقط پاڪستان ۾ ٿئي ٿو؟ ٻي سڄي دنيا جون ننڍيون قومون ۽ اقليتون پينگهي ۾ پيون لڏن؟ اسرائيل، ايران، هندستان، اتر آئرلينڊ، فلپائين، ملايا ۽ ٻين صوبن ۽ ملڪن ۾ ننڍين قومن ۽ اقليتن سان پاڪستان جي ننڍين قومن ڪان گهٽ عقوبتون ڏين ٿيون؟ ڇا پاڪستان دنيا ۾ اڪيلو ملڪ آهي جتي مذهب کي هٿيار ڪري ڪٽب آندو وڃي ٿو ۽ ان جي آڙ ۾ غريب عوام خاص ڪري ننڍين قومن ۽ اقليتن کي آزاريو ۽ پيڙيو ۽ غلام ڪري هلايو وڃي ٿو؟ ڇا اتر آئرلئنڊ ۾ پروٽسٽنٽ مذهب جي آڙ ۾ ڪئٿولڪ فرقي وارن کي روز ڪونه پيا ڪُهن؟ ڇا قبرص ۾ ترڪن ۽ يونانين جي وچ، بيروت ۾ مسلمانن ۽ عيسائين وچ، ايران ۽ عراق ۾ سنين ۽ شيعن وچ، ڀارت ۾ سکن ۽ هندن ۽ مسلمانن ۽ هريجنن جي وچ، نائجيريا ۾ مسلمانن ۽ عيسائين ۽ لامذهبين جي وچ مذهب جي

خوني تلوار هتان ڪان گهٽ ڪيس ڪيا آهن؟ ڇا مرڪز جي مصيبت فقط پاڪستان ۾ آهي؟

ايران، برما، فلپائين، ايٿوپيا، ڪئناڊا ۽ خود هندستان ۽ ٻين سوين ملڪن ۾ نام نهاد علحدگي پسندن خلاف ڪات ڪهاڙا ڪونہ کنيا ويندا رهيا آهن.

ٿوري دير لاءِ اهو تہ فرض ڪريون تہ پاڪستان ڪا آسمان مان نازل ٿيل اور چيز آهي جنهن جهڙي چيز نہ دنيا اڳ ڏٺي نہ هاڻ ڏسندي. هاڻ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ان اور شيءِ جي مسئلن کي ڪيئن ۽ ڪهڙي رستي سنهن ڏجي؟

اسان جا بنگلا ديش نامنظور! ٽائيپ سياستدان ارشاد ٿا فرمائين تہ "مسئلو وري ڪهڙو؟ مسئلو ڪوبہ ڪونهي! اسين پاڪستان کي تسليم ئي نہ ٿا ڪريون!

"اسين اعلان ٿا ڪريون تہ اسين ان کي ٽوڙي ڇڏينداسون!" فرض ڪريو تہ پاڻ اهو ارشاد عالي ڇمي اکين تي ٿا رکون ۽ پوءِ "ٺيڪ آهي پاڪستان نامنظور ڪرڻ ۽ ان کي ٽوڙڻ جو اعلان بہ ڪيوسين، هاڻ؟ اڳتي ڇا ڪجي؟" "بس ڪوشش ڪجي!" ڪهڙي؟ ڪيئن؟ ڪهڙي حڪمت عملي اختيار ڪجي. هيترين مخالف قوتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪهڙين ڪهڙين قوتن تي دارومدار رکجي، ڪهڙن کي دائمي اتحادي ۽ ڪهڙن کي وقتي ۽ شرطي اتحادي بنائجي، ڪهڙن جي مخالفت کي ٽڏو ۽ مدو ڪجي، دشمن جي ڪهڙن

تضادن جو فائدو وٺي منجهس قوت وجهجي. ان لاءِ کهڙيون تدبيرون ۽ پاليسيون اختيار ڪجن؟ انهن سوالن جي جوابن سان هتي وٽ هنڪڙو به ڪونهي. هتي سڀني سوالن جو فقط هڪڙو وات جو نڪاءُ آهي ته "پاڪستان کي ٽوڙيندا سون!" سندن سياست ۽ سياسي حڪمت عملي جي ڪل ڪائنات اهو وات جو نڪاءُ آهي. هنن جي ليکي جڏهن پاڪستان کي خراب ثابت ڪري، ان کي نامنظور ڪري ۽ ان کي ٽوڙڻ جو اعلان ڪري، پاڻ تان سمورا بار لاهي ڇڏيا آهن. باقي ڪم رهيو ڪهڙو آهي جو ڪانئن پڇجي ته اهو ڪير ڪندو! پاڪستان سازش جو نتيجو ثابت ٿي ويو. نامنظور به ٿي ويو، سندس ٽوڙڻ جو اعلان به ٿي ويو، هاڻ باقي پاڪستان ۾ رهيو ڇا آهي جنهن جو فڪر ڪجي ۽ ان لاءِ ايڏو مٿي ۾ سور وجهجي؟

پر پاڪستان کي تسليم نه ڪرڻ جي اعلان ڪرڻ سان، ڇا واقعي پاڪستان جو مسئلو حل ٿي ويو؟ ڇا اهڙيون شيون، ڳالهين يا حقيقتن کي منهن ڏيڻ واقعي ايترو ئي آسان آهي جو رڳو انهن کي ناجائز سڏي کين تسليم نه ڪرڻ ۽ کين ختم ڪرڻ جي اعلان ڪرڻ سان ادي ائين گم ٿي وينديون جيئن گهئون جا مٽيان ڏند؟ ڪجهه سال اڳ آمريڪا جو اعلان مٿان اعلان پئي آيو ته "نئين چين جي حڪومت ناجائز آهي. اسين ان کي تسليم نٿا ڪريون ۽ ان کي ختم

ڪرائيندا سين. پوءِ ڇا نئين چين جي سرڪار واقعي غائب ٿي ويئي ۽ آمريڪا لاءِ چين جو اڻوڻندڙ مسئلو حل ٿي ويو؟ ان کان سواءِ آمريڪا جي چوڻ تي اقوام متحده به نئين چين جي حڪومت کي تسليم نٿي ڪيو ۽ چيائين پئي ته "چين جي اصل سرڪار تائيوان جي ٻيٽ ۾ ويٺي آهي. اسين ان کي تسليم ٿا ڪريون." پوءِ واقعي چيانگ ڪائي شيڪ جي حڪومت آمريڪا ۽ اقوام متحده جي هٿان تسليم ٿيڻ جي ڪري چين جي اصلي حڪومت ٿي پيئي ۽ پيڪنگ واري حڪومت غائب ٿي ويئي. اهڙي ڪالهوڪي ڪالهه جماعت اسلامي ۽ ٻين رجعت پرست پارٽين، حڪومت پاڪستان ۽ دنيا جي ٻين حڪومتن اعلان پئي ڪيا ته "بنگلا ديش جي حڪومت ناجائز آهي اسين ان کي تسليم نٿا ڪريون!". جماعت اسلامي وارن بنگلا ديش نامنظور! جي رانڀاٽن سان آسمان مٿي تي کڻي ڇڏيو هو پوءِ ڇا واقعي بنگلا ديش ختم ٿي ويو ۽ رجعت پرستن جو مسئلو حل ٿي ويو؟

چوندا آهن ته "اهڙا جي تيل سهانگا هجن ته جيڪر گدڙ به پڇ مکين ها." جي مسئلن جا حل اهڙا سولا آهن جو رڳو کين تسليم نه ڪرڻ ۽ ختم ڪرڻ جي اعلان سان ئي اهي ختم ٿي ويندا ته جيڪر ماڻهو ۽ قومون پنهنجي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ايترا ڪشالا ڇو ڪاٽين، پنهنجون زندگيون ڇو ڳارين، سر ترين تي

ڇو رکن، پنهنجا ٻچا ڇو کھائين، آگ ۽ خون جي دريائن کي ڇو جهاڳين، سورين تي چڙهي لنگهن ۽ ڪڙاهين ۾ ڇو ڪڙهن؟ پوءِ ته رڳو تسليم نه ڪرڻ ۽ نوڙڻ جو اعلان ڇڻ هڪڙو طلسم يا اسم اعظم جي وڃي، جيڪا ڳالھه نه وٺي، تنهن لاءِ "تسليم نه ڪرڻ ۽ نوڙڻ" جو اعلان ڪري پوءِ پانهن سرءَ کي ڏيئي وڃي سمهي رهجي ۽ صبح جو اٿجي ته اڻونڊڙ شيءِ جو نالو نشان نه لڀي! جي سچ پچ ائين ٿيجي ها ته پوءِ ڇاٻو ته روسي، چيني، الجزائري، ايراني ۽ ٻيا اهڙا ماڻهو وڏا ڪي ٻوڪ هئا جو هروڀرو معمولي سمجهه به نه هڻي ڪري پاڻ کي ڏسي وائسي ڪٽي دوزخ ۾ اڇلايائون ۽ پنهنجا هيترا لک ڪروڙ ماڻهو هٿي مارائي رکيائون. حالانڪ دير فقط هيتري هئي جو روسي اعلان ڪن ها ته، "اسين هٽلر کي تسليم ڪا ڪريون، جرمني کي نوڙيندا سون!" چيني چون ها ته "اسين چيانگ ڪائي شيڪ ۽ جپان کي تسليم ڪا ڪريون" ۽ اعلان ڪن ها ته، "نوڙيندا سون، نوڙيندا سون! جپان کي نوڙيندا سون!"

الجزائري فرينچن کي، ايراني شهنشاه ايران ۽ آمريڪا کي، تسليم نه ڪرڻ ۽ نوڙڻ جا اعلان ڪري، پوءِ ماٺ ڪري وڃي رلي مٽان ڪري سمهي رهن ها ۽ اک ڇنڀ ۾ هٽلر، چيانگ ڪائي شيڪ، شهنشاه ايران جهڙا بدمعاش حڪم ختم ٿي وڃن ها ۽ جپان، فرانس

۽ جرمني جهڙا سامراجي ملڪ ٿئي تباهه ٿي ويا ها!

اهو نسخو رڳو ايستائين محدود نه هجي ها پين مصيبتن لاءِ به اها اسم اعظم جي ڦيٽي جو ڪم ڏئي ها. مثال طور: ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪٿي کهڙو به مرض وڪوڙي وجهي ته ڊاڪٽرن وٽ ڌڪا جهاڻ، خرچ ڪرڻ، سيون هڻائڻ، ڪوڙيون دوائون کائڻ بدران بس اهوئي هڪڙو اڪسير نسخو ڪافي ٿئي ها ته بيمار اعلان ڪري ته ”آءٌ ٽي. بي. جي بيماري کي تسليم نٿو ڪريان ۽ ان کي ٽوڙڻ جو اعلان ٿو ڪريان.“ ايئن به صحت جي ڀلي لاءِ ڪٿي هي اکر به چئي ڇڏي، ”ختم ڪنداسين! ختم ڪنداسين! ٽي. بي. کي ختم ڪنداسين!“ جڏهن ٽي. بي جو مرض ڏسندو ته مون کي تسليم ئي نه ٿو ڪيو وڃي ۽ الٽو مون کي ختم ڪرڻ جو اعلان به ٿي ويو آهي ته اهو آرخود پنهنجو لڪائي اٿي ڀڄندو ۽ بيمار اک ڇنڀ ۾ نوبنو ٿي ٽپو ڏئي اٿي کڙو ٿيندو! ڪيل ختم پئسا هضم! پوءِ بک، بيروزگاري، عشق ۾ ناڪامي، پوڙهپ وبا، جنگ، زلزلي، طوفان، مطلب ته دنيا ۾ ڪهڙي مشڪل آهي جنهن کي تسليم نه ڪرڻ ۽ ٽوڙڻ جي ان طلسمي نسخي سان ختم نه ڪري سگهبو.

ايئن ڪنهن مسئلي منهن ئي نه ڪيو آهي ته پويان ڏڪاءُ ڪرائجيس تسليم نه ڪرڻ ۽ کيس ختم ڪرڻ جو اعلان! پوءِ ڇڻ نه تو ڏڏو نه مون ڏڏو،

الاٺي ڪيڏانهن جو هو، ڪيڏانهن هليو ويو.

دنيا ۾ عقلمندي توڙي بيوقوفي جي ڳالهين جو ڇيهه ئي ڪونهي. پر جيڪڏهن سچي دنيا ۾ وڏي ۾ وڏين هوائي ڳالهين تي ڪو نوبل پرائيز جهڙو بين الاقوامي انعام رکيل هجي ها ته جيڪر مسئلن کي تسليم نه ڪرڻ ذريعي حل ڪرڻ واري ڳالهه ضرور اهو انعام کٽي ها.

اڇو ته اهو به ڏسي وڏون ته پاڪستان کي تسليم نه ڪرڻ جو عملي نتيجو ڪهڙو ٿو نڪري ۽ اها به جاچ ڪريون ته اسان جا تسليم نه ڪندڙ پهلوان واقعي پاڪستان کي عملي طرح تسليم نه ٿا ڪن يا رڳو زباني جمع خرچ ٿا ڪن.

هاڻ اچو ته ڏسون ته پاڪستان کي تسليم نه ڪرڻ واري ماڻهوءَ کي ڪهڙين ڳالهين کي تسليم نه ڪري سندن بائيڪاٽ ڪرڻو آهي ۽ اچو ته ڏسون ته آيا اهي پهلوان واقعي ان جو بائيڪاٽ ڪن ٿا يا نه. ٽپال جو انتظام پاڪستان سرڪار ٿي ڪري، پاڪستان سرڪار جي جاري ڪيل ٽپال جي لفافن ۽ ٽپال جي انتظام کي ڪتب آڻڻ، پاڪستان کي تسليم ڪرڻ آهي. ان ڪري پاڪستان ۾ خط پٽ ٽپال رستي موڪلڻ ناجائز ٿيو. ساڳي حالت ريلوي جي آهي جو ان جو انتظام به پاڪستان سرڪار جي هٿ ۾ آهي. ان ڪري ريل ۾ چڙهڻو ڪونهي. عدالتن قائم ڪرڻ

جو قانون ته گهٽي پاڳي پاڪستان جي فيڊرل قانون ساز اداري جو بحال ڪيل آهي. ان ڪري ڪورٽن ۾ وڃڻ به جائز نه ٿيو. هوائي جهاز به مرڪز جو نيم سرڪاري ادارو آهي. هوائي جهاز ۾ چڙهڻ به جائز نه ٿيو. جوڻ ته پاڪستان سرڪار ڪرائيندي آهي تنهنڪري اليڪشن ۾ ووٽ ڏيڻ ۽ اميدوار ٿيڻ ۽ پارليامينٽ جو ميمبر ٿيڻ ناجائز ٿيو. ريڊيو پاڪستان کي ٽيڪسن ڏيڻ وغيره کان وڌيڪ پاڪستان کي تسليم ڪرڻ جو ٻيو اثرائتو طريقو ڪونهي، ان ڪري جن به ڳالهين ڪري پاڪستان کي ٽيڪس پري ڪيس ان حد تائين تسليم ڪرڻو پوي ٿو سي ڳالهيون به ڪرڻيون ناهن. ان ڪري ريڊيو، ٽيليفون، جن جي ليسن جي في ۽ بل جي رقم پاڪستان سرڪار کي ملڻي آهي اهي به استعمال ڪرڻا ناهن. پاسپورٽ به پاڪستان سرڪار ڏئي ٿي تنهنڪري اهي وٺي ملڪ کان ٻاهر سفر به ڪرڻو ڪونهي. ڪيسن ۾ ضامن به پوڻو ڪونهي. ڇو ته ضمانت جو بانڊ حڪومت پاڪستان جي نالي سان ڀرجي ٿو. هي ڪنهن ڪوڙي ڪيس ۾ اڙجي پئجي ته ڪورٽ ۾ پنهنجو بچاءُ ڪرڻو ناهي ڇو ته اڪثر هر ڪيس ۾ هڪ ڌر هوندي آهي حڪومت پاڪستان، هاءِ ڪورٽ ۾ آئيني رٽ به نه وجهبي ڇو ته آئين پاڪستان جي آئين ساز اسيمبليءَ ٺاهيو آهي ۽ اهو آئين پاڪستان جو آئين سڏجي ٿو. جيتريقدر ڪامورن جو

تعلق آهي ته صوبن جا عملدار به پس پيش پاڪستان جي مرڪزي آئين ۽ قانون مطابق ئي مقرر هوندا آهن. خود صوبائي گورنر، جنهن جي نالي ۾ سمورا صوبائي حڪم جاري ٿيندا آهن سو به مرڪز جو مقرر ڪيل هوندو آهي. اهو ئي سمورن صوبائي ڪامورن کي مقرر ڪري ٿو. ان ڪري ڪنهن به سرڪاري ڪاموري کي ڪابه دانهن ڪوڪ ڏيڻ يا ڪانئس ڪوبه ڪم ڪار وٺڻ معنيٰ ڪيس مقرر ڪرڻ واريءَ اختياريءَ يا ان اختياريءَ کي مقرر ڪرڻ واري اختياري يعني حڪومت پاڪستان کي تسليم ڪرڻ. ان ڪري ڪنهن به ڪاموري سان ڪوبه واسطو رکڻ جائز نه آهي.

ڇا اسان جا پهلوان انهن ڳالهين کي تسليم ٿا ڪن ۽ سندن بائيڪاٽ ڪن ٿا؟ هرگز نه! هو انهن سان ڪنهن به ڳالهه کي پاڻ کان محروم ٿا ڪن.

سنڌي وڏيرا شاهي سدائين پنهنجي پڄت، لياقت ۽ حوصلي آهر سڄي هندستان ۽ پاڪستان جي سياست ڪندي رهي آهي. اڪثر ڪلهوڙا ۽ مير سدائين دهليءَ، قنڌار يا ڪابل جي شهنشاهن کي ڏن ڏيندا ۽ سندن فرمانبرداريءَ ۽ تابعداريءَ جا حق ادا ڪندا رهيا آهن. انگريزن جي ڏينهن ۾ وڏيرن انگريز پرستيءَ ۾ دهليون ۽ لنڊنون پيٽي لقب القاب ورتا.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌي وڏيرا زور شور سان پاڪستاني سياست ڪندا رهيا آهن ۽ هر چڙهيل

پاڪستاني پارٽيءَ ۾ وزارت ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڊوڙون پائيندا رهيا آهن. لڳي پيو ته به ڪنهن پاڪستاني حاڪم کي شڪار ڪرائڻ لاءِ واجهه وجهندا رهيا آهن. اڄ ڪو به اهڙو سياستدان سنڌ ۾ موجود ڪونهي جيڪو سنڌيءَ توڙي ان سنڌيءَ طرح عملي طرح پاڪستان جي سياست ۾ حصو نه وٺندو هجي.

مطلب ته خالص سنڌي سياست، خالص پشتون سياست ۽ خالص بلوچ سياست فقط وڏيرن، خانن ۽ سردارن جون قاهيل لفظي ڪوڙڪيون آهن، جن ۾ هو پنهنجي عوام ۽ ابوجهه ڪارڪنن کي ڦاسايو ڇڏين ٿا ۽ پاڻ اها ملڪ گير ۽ عالمي سياست ٿا ڪن جيڪا سندن طبقاتي مفادن لاءِ فائديمند هوندي آهي.

ملڪ جي ٻين قومن جي حاڪم طبقن وانگر سنڌي وڏيرا شاهيءَ به صوبائي، قومي ۽ ملڪي سياست تي پنهنجي هڪ هٽي جمائي ڇڏي آهي. اسلام ۽ پاڪستان جي نيڪي سان گڏ ترقي پسندي، سوشلزم، سنڌ، سنڌيت ۽ قوم پرستيءَ جو نيڪو به هوءَ پاڻ ڪنيو ويٺي آهي ۽ اهڙي ريت وتائي فقير جي ڳالهه وانگر هر ڳالهه ۾ عوام جو اڳ جهليو ويٺي آهي.

عوام دشمن وڏيرن کي عوام کي فريب ڏيڻ جو صدين جو تجربو آهي. هو هزارين اختلافن ۽ دشمنين جي باوجود عوام خلاف پاڻ ۾ هر گهڙيءَ پٽ آهن. هنن عوام کي گمراهه ڪرڻ جا ڪم پاڻ ۾ ورهائي

ڪنيا آهن ۽ ظاهري طرح هر ڪو پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ائين پريو ڦوڪيو ويٺو آهي ڄڻ هڪ ٻئي کي سڃاڻن به نٿا. ڪي ڏسو ته اسلام ۽ پاڪستان جو ٺيڪو کنيو بيٺا آهن ته ڪي وري ترقي پسندي ۽ جمهوريت جو ٺيڪو کنيو بيٺا آهن هيڏانهن ڏسو ته ڪو هڪڙو اسلامي سوشلزم جو علمبردار ٿيو ويٺو آهي ته هوڏانهن ڏسو ته پيو سنڌ، سنڌيت ۽ قومپرستيءَ جو جهنڊو هڻيو ويٺو آهي، پر دنيا ڏٺو ته اهي ظاهري طرح ڌار ڌار ۽ هڪ ٻئي کان پري وڏيرا ڪيئن ضرورت پوڻ تي هڪدم سنڌي عوام خلاف پاڻ ۾ مڙيو مٺ ٿيو وڃن. مطلب ته سنڌي وڏيرا سنڌي عوام جون واهون چوطرف بند ڪريو، پنهنجي وطن دشمن، عوام دشمن سياست تي وڏي ديده دليريءَ سان "سنڌي سياست" جو ٺپو هڻيو، عوام کي منجهايو، برغلايو، ڏوهاري بنايو، بالم ٿيا ويٺا موجون مائين.

سندن ظاهري، نظرياتي ۽ سياسي روپ بهروپ سندس خود پرست ۽ طبقي پرست سياست جا ڏيکارڻ وارا ڏند آهن ۽ سندن حقيقي ۽ عملي، ڳجهي سياست ان عوام دشمن سياست جا کائڻ وارا اصلي ڏند آهن.

وڏيرڪي سياست بازيءَ کي سنڌي عام ماڻهن مان ڏپ آهي ته جيڪڏهن هو پنهنجي سنڌي توڙي غيرسنڌي، ميڪاني توڙي ڌارين دشمن جو گهيرو ٽوڙي صوبائي سياست سان گڏ ملڪگير ۽ عالمي سياست ۾ به گهڙي

پوندا تہ ھو ڪنھن نہ ڪنھن منزل تي سنڌي وڏيرن جي سياسي بالادستي ۽ ھڪ ھٽي نوڙي رکندا ۽ اسان ڏانھن پوء ڪير لوڙو بہ ڪونہ ھڻدو، تنھنڪري جيئن عام پير ۽ ملان پاڻ پنھنجو ۽ پنھنجي عيال جو علاج بھترين ڊاڪٽر کان ڪرائيندا آھن پر عام ماڻھن کي چوندا آھن تہ اسان جي پليتن ۽ تعويذن کان سواء ٻيو ڪو بہ علاج ڪرايو اٿو تہ تباھ ٿي ويندا، تيئن وڏيرڪي سياستبازي چاھي ٿي تہ اسين وڏيرا، خان، سردار، سرمائيدار صوبائي ۽ ملڪي تہ ڇا عالمي سياست ڪريون باقي عام سنڌي ماڻھو پل ڳوٺ جي وڏيري جي پيچ ۾ لٽڪڻ ۽ سندن اشارن تي نچڻ واري سياست جي ڳدڙ واري ڏر ۾ ئي پيا ھجن ۽ ڪڏھن بہ انھيء مان ٻاھر نہ نڪرن.

عام سنڌي ماڻھن جي ملڪي سياست ۾ حصو وٺڻ تي بندش وجھڻ جو اصل ڪارڻ اھو ئي آھي تہ سياست تي وڏيرڪي، سرمائيداري ۽ سامراجي ھڪ ھٽي سلامت رکجي ۽ عوام کي ان سياست مان بيدخل ۽ تاڙڪ رکجي. سنڌي ماڻھن جي ملڪي سياست ۾ حصو وٺڻ تي بندش جي ڳالھہ کي سنڌ جون دشمن ڌريون بہ غيبي امداد سمجھي سنڌي ماڻھن خلاف سياسي ھٿيار طور ڪم آڻي رھيون آھن. سنڌ دشمن نقلي ترقي پسندن جي شروع کان وٺي سازش ئي اھا آھي تہ جيئن سنڌي ماڻھو ھيترين سارين سياسي ۽ ٻين ڳالھين کان محروم

۽ تڙيل آهي تيئن سڄي ملڪ جي ملڪ گير سياست جنهن جي وسيلي سڄي ملڪ ۽ خاص ڪري ان ۾ رهندڙ مختلف قومن جي قسمت جا فيصلا ڪيا وڃن ٿا، تنهن ڪان به هو سدائين محروم ۽ تاڙڪ رهن ۽ ان سياست تي سندن موجوده هڪ هٿي قائم رهي پوءِ چاهي اهي سنڌ دشمن رجعت پرست هجن يا ترقي پسند پر هجن ضرور سنڌ دشمن يا انهن جا پاليل ڪاني چاڙتا، پيا آهن سنڌ جي انقلابي سياست جي صفن ۾ لڪي ويٺل موقعي پرست، ابن الوقت ۽ غدار عنصر جيڪي هونئن وڏيرڪي سياست جي هر ڳالهه کي رد ۽ باطل ٺهرائن ٿا پر پنهنجي پتڪڙي موقعي پرست، ٽوليباز سياست جي خسيس مفادن حاصل ڪرڻ لاءِ پلئه ڪائي، هن سنڌ دشمن وڏيرڪي زهريلي ڳالهه کي قرآن جي آيت بنائي رات ڏينهن ان جو ورد ۽ وظيفو پيا ڪن، ڪنهن عظيم ترين مقصد لاءِ سوريءَ تي چڙهڻ جي تياري ڪندڙ ڪنهن سورمي جنهن، شهادت جي جذبي سان لبريز آواز ۾ ۽ زبردست داد طلب لهجي ۾، هو هرڪنهن کي ٻڌائيندا وتن. ”ادا! اسان جو پاڪستان جي سياست ۾ ڇا وڃي؟ پاڻ ته يار غريب پورهيت سنڌي ماڻهو آهيون! پاڻ خالص سنڌ جي سياست ڪنداسون!“

پاڪستان جن مسئلن کي جنم ڏنو آهي انهن جا لازمي طرح ڪي خاص پاسا ۽ ڪي خاص حقيقتون

آهن. انهن ۾ اهڙيون ڳالهيون، حقيقتون ۽ سڃاڻون ضرور آهن جي ٻئي ڪنهن اهڙي قسم جي مسئلي ۾ ناهن ۽ فقط هتي آهن. پر ڪن خاص تفصيلن جي فرقن کي ڇڏيو ته معلوم ٿيندو ته پاڪستان جي سوال سان واسطو رکندڙ ڪيتريون ڳالهيون بنيادي طرح انهن عام ڳالهين منجهان آهن جيڪي اڄ عالمي سامراج جي غلام دنيا ۾ عام آهن. قومي ظلم، تشدد، تعصب، مذهب جو ناجائز زهريلو ۽ قاتلانہ استعمال، مرڪزيت، ڊڪٽيٽرشپ ۽ فوجي آمريت، رجعت پرستي، سامراج پرستي، بک، بيروزگاري، پستي، غربت، لاقانونيت، غنڊه گردي ۽ ڦرلٽ ۽ سامراجي سازش دنيا جي ارٻين عوام کي ڪڏيل تاريخي طور ملڻ ڪوڙهه جو ورثو آهي.

آخري ڇنڊڇاڻ ڪبي ته معلوم ٿيندو ته هر قوم ۾ بنيادي طرح سياست هڪ طبقاتي عمل آهي. هر طبقي جي صوبائي، ملڪي ۽ عالمي سياست پنهنجي پنهنجي آهي.

سنڌي وڏيرا شاهي جي فائدي جي صوبائي، ملڪي ۽ عالمي سياست هڪڙي آهي ۽ سنڌي عوام جي فائدي جي صوبائي، ملڪي ۽ عالمي سياست ٻي آهي ۽ ان جي پنهه ابتڙ آهي. جيئن نامنهاد "خالص سنڌي سياست" سنڌي وڏيرن جي عوام دشمن سياست آهي تيئن نامنهاد "خالص پاڪستاني سياست" وري ملڪ جي بالادست قوم ۽ ٻولي جي رجعت پرست ۽ عوام دشمن سياست آهي.

اهڙي ريت "سنڌي" توڙي "پاڪستاني" سياست جا ڪئين قسم آهن:

هڪڙي سنڌي سياست تہ اها نامنهاد سياست آهي جنهن کي وڏيرا شاهي سنڌي سياست سڏي ٿي. ٻي اها عوامي ۽ انقلابي سنڌي سياست آهي جنهن کي سنڌي عوام سنڌي سياست ليکي سگهن ٿا. ساڳي طرح پاڪستاني سياست بہ هڪڙي اها نامنهاد پاڪستاني سياست آهي جنهن کي پاڪستان جا حاڪم طبقا پاڪستاني سياست سڏين ٿا. ٻي اها انقلابي عوامي سياست آهي جنهن کي سڄي ملڪ جي سمورين قومن جا عوام ملڪي سياست سڏي سگهن ٿا.

سنڌ ۽ پاڪستان جي هر قسم جي سياستن ۾ هڪٻئي سان ڪٿي فرق ۽ تضاد بہ آهن. اهي مختلف قسمن جا فرق ۽ تضاد آهن. هڪڙا فرق ۽ تضاد تہ جاگرافيائي آهن. سنڌ جي ڪهڙي بہ سياست هڪ حد تائين گهٽ ۾ گهٽ ساڳي هڪ صوبي اندر هوندي ۽ پاڪستان جي هر قسم جي سياست هڪ حد تائين گهٽ ۾ گهٽ ساڳي سڀني صوبن تائين ڦهليل هوندي. وڏيرڪي "سنڌ جي سياست"، جو مرڪز جي حاڪم ٽولي جي نامنهاد "پاڪستاني سياست" سان جيتوڻيڪ بنيادي طرح سازباز آهي ۽ ان جي ماتحت ڪم ڪري ٿي تہ بہ ان جو پنهنجي آقائن جي سياست سان سنڌي ماڻهن جي ڦرلٽ بابت حاصل ڪيل مال جي ڪجهہ ڀتي وڌائي وٺڻ

تان، ڪجهه تابعدار قسم جا، تماشا ۽ نهٺا اختلاف به آهن. اهي اختلاف سدائين ٿوري ريڙهه پيڙهه، ٿوري اک ڏيکارڻ ۽ ٿوري گهڻي سنڌي عوام ۽ انقلاب جو ڏپ ڏيارڻ سان وقت به وقت حل ٿيندا رهندا آهن.

ٻئي قسم جي سنڌي سياست آهي سنڌي عوام جي پنهنجي مفادن ۽ پهچ جي هاڻوڪي سطح جي اُٿپوري ۽ سطحي ڄاڻ ۽ سمجهه تي ٻڌل سياست. ان جي ۽ پاڪستاني آقائن جي نام نهاد پاڪستاني سياست جي وچ ۾ به ڪافي تضاد آهن.

ٽئين قسم جي سنڌي سياست اها آهي جيڪا سنڌي عوام جي انقلابي پورهيت وطن دوست دستي طرفان عالمي انقلابي نظريي، تجربي ۽ صورتحال جي روشنيءَ ۾ هلائي پئي وڃي ۽ جيڪا سنڌي عوام جي بنيادي ۽ دائمي مفادن، مقصدن ۽ پهچ جي ڀرپور ۽ اونهي ڄاڻ ۽ سمجهه تي ٻڌل آهي. ملڪي سياست جا به ڪئين قسم آهن. هڪڙي ملڪي سياست آهي، پاڪستان جي حاڪم ٽولن جي چالو مهاپاڪستاني رجعت پرست ملڪي سياست، ٻي ملڪي سياست آهي نقلي ترقي پسند ملڪي سياست، ٽي آهي عام قسم جي ترقي پسند ملڪي سياست، جيڪا نيڪ نيتي تي ٻڌل آهي پر نظرياتي طرح ڪچي آهي، سندس وات صحيح ڪانهي ۽ مڙئي رڪارڊ جي پورائي لاءِ هلائي پئي وڃي. چوٿين سياست آهي سنڌي عوام سميت هن ملڪ جي

ٻين مظلوم قومن ۽ مظلوم طبقن جي عوام جي ملڪ گير، انقلابي قومي عوامي جمهوري سياست، جنهن جا سياست ۾ هرهنڌ اڄ هاڻ مس اسري نسري رهي آهي ۽ جنهن جا عالمي انقلابي نظريي، تجربي ۽ صورتحال جي روشني ۾ سنڌ، توڙي ٻئي سڄي ملڪ جي عوام جي بنيادي ۽ دائمي گڏيل مفادن، مقصدن ۽ پهچ جي پرپور ۽ اونهي ڄاڻ ۽ سمجهه تي، همت، ڏاهپ ۽ سورهيائي ۽ اڳواٽ رٿابندي وارين جدوجهد تي ٻڌل آهي.

سمورا نيڪ نيت ۽ ترقي پسند ماڻهو ان ڳالهه تي متفق آهن ته طبقاتي، قومي ۽ سامراجي ڦرلٽ ۽ ظلم جو جيڪو رجعت پرست ۽ عوام دشمن نظام پاڪستان تي مڙهيل آهي تنهن کي ڊاهي، ان جي جاء تي سمورين قومن جي عوام جي ۽ خاص ڪري مظلوم قومين جي عوام جي قومي مرضي تي ٻڌل سياسي ۽ معاشي نظام قائم ڪرڻ هن ملڪ جي عوام جي اهم ترين ضرورت آهي.

رقيب ماڻهن وانگر، رقيب سياسي ڌريون به، سدائين هڪٻئي سان ڪنهن نه ڪنهن ويڙهه ۾ رڌل هونديون آهن. جڏهن هو ڪنهن ٻي ويڙهه ۾، رڌل نه به هونديون آهن، تڏهن به هڪٻئي خلاف پروپيگنڊا جي جنگ ۾، هر وقت رڌل رهنديون آهن. سنڌي عوام جي بنيادي خامين منجهان هڪڙي مکيه خامي اها آهي، جو اسان جي پروپيگنڊا مشنري، صفا ڪمزور بلڪه

چٽ آهي. اسان وٽ، نه رڳو پروپئگنڊا جا گهربل وسيلا موجود ناهن، پر اسان پروپئگنڊا جي اهميت کي پورو سمجهيو ئي ناهي، تنهنڪري ان جي باري ۾ نه ڪو باقاعدي غور و فڪر يا منصوبه بندي ڪئي وئي آهي ۽ نه وري ان لاءِ ڪي مناسب قوتون ۽ وسيلا هٿ ڪري، ڪتب آڻڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. اسان جي اها ڪمزوري، ڪنهن حد تائين اسان جي عوام کي پنهنجي قومي طبقاتي ۽ ثقافتي ورثي جي حصي طور ملي آهي. جڏهن ته ٻين ڪن قومن ۽ ٻين طبقن جهڙوڪ وڏيرن ۽ سرمائيدارن وٽ خوشامد ۽ ڳلا خوري يعني ڪوڙي تعريف ۽ ڪوڙي ڳلا هڪ قدرتي ڳالهه، هڪ ضروري انساني ڳڻ، تهذيب ۽ شرافت جو هڪ لازمي جزو، هڪ اعليٰ فن ۽ ڪن ڏنڌن وارن ماڻهن جهڙوڪ درٻارين ۽ درٻاري شاعرن وغيره لاءِ، هڪ شريف ۽ معزز پيشو ليکيو ويندو آهي.

تڏهن اسان جي عوام وٽ اهي ڳالهيون، انتهائي ڪريل ۽ گنديون ۽ مڙسن جي شان جي برخلاف ليکيون وينديون آهن، ان ڪري اسان جا عوام پروپئگنڊا جنگ ۾ حصو وٺڻ هڪ غليظ ۽ ڪريل ڪم سمجهي، ان ڏانهن لوڙهو به نٿا هڻن. نتيجو اهو نڪتو آهي ته، عوام جا دشمن، جن سان ڪيترا قاتل پروپئگنڊا جا ماهر، سنڌي ۽ اردو باز وڏيرا، چوڌري، خان ۽ سردار يا انهن جا ٽيرهن تالا شاگرد آهن، سي اسان جي عوام

کي انهن هٿيارن کان بيهٿيار ڏسي، ڪين انهيءَ لڙائيءَ جي ميدان ۾ دسيو مٽيءَ ۾ گڏيو، ڏوڙ ڪريو سنڌن ڳاٽي تي چڙهيو ويٺا آهن هو سڄي عمر، پوري ملڪ جي عوام سان غداريون ۽ ان جي انقلابي ۽ قومي تحريڪن جو قتلام ڪرڻ کان پوءِ به، پنهنجي زندگيءَ جي، هر پل عوام خلاف سنگين ۽ ڪڌهن به معاف نه ڪرڻ جهڙا ڏوهه ڪندي به، عوام جي چيلهه ۾، پروپئگنڊا جا نوڙ وجهيو، سنڌن مٿن تي الزامن جا ڪارا رکايو، ڪين ۽ سنڌن هڏڏوکي ڪارڪنن ۽ رهنمائن کي ملڪ جي شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ، ڳلي ڳلي ۽ گهر گهر ۾، دليل و خوار ڪندا وتن ۽ اهي ماڻهو جيڪي پنهنجي عوام ۽ انقلاب واسطي، پنهنجي ننڊ ۽ چين قرباني، پنهنجا گهر گهاٽ ۽ پنهنجا گذر ڇڏي، پنهنجيون جانيون ۽ زندگيون اڏيءَ تي رکي، سڀئي وانگر جيل جهاڳيندا ۽ مرن هٿان پنهنجو ماس ڪارائيندا وتن، سي انقلاب دشمني ۽ غداريءَ جي الزامن جا جواب ڏيندي ڏيندي، پورا نه ٿا پون. جڻ ته چنيسر، چام نندو، قاضي قاضن، مير علي مراد، حق پرست، مظلوم ۽ فريادي ٿيو، اکين منجهان ڏوهه ڏيندڙ ڪاوڙ جا ٽانڊا وسايو، دودن، دريا خان ۽ مخدوم بلاولن ۽ هوشوئن ۽ هيموئن کي ڪچيءَ سان جهليو، ڪانئن وطن فروشين ۽ غدارين جي الزمن جا جواب پيا گهرن! جڻ ته نادرشاه، احمد شاه ابدالي ۽ مدد خان مظلوم

قوم جي ماڻهن تي ڦرلٽ ۽ ڌاڙي جا الزام هنيو، مٿن اُڪين ڏٺا شاهد ٿيو بيٺا آهن، جڻ ته عمر، مارئين ڪي، ظلم ۽ زوريءَ جي مقدمن ۾ ڇالان پيله ڪرائين!

گذريل ڪجهه سالن ڪان سنڌي عوام هڪ دفعو وري سنڌ جي سياست ڌان نقلي قوم پرستن جي ۽ ملڪگير انقلابي سياست تان نقلي ترقي پسندن جي هڪ هٿي نوڙڻ جي جدوجهد شروع ڪئي آهي ۽ ان ميدان ۾ پنهنجا پير جمائڻ شروع ڪيا اٿن. پنهي قسم جي عوام دشمن سمجهيو ٿي ته سنڌي ماڻهو گهر جا گنو، وساهم وسوڙيل ۽ پرمتڙيا آهن. نڪي اسان جي وچايل ڪوڙڪين مان آزاد ٿيندا نه ڪي پنهنجي سنڌ واري پونگي مان ٻاهر نڪري ڪو ملڪي سياست جي اڱڻ ۾ پير رکندا. تن جو سنڌي عوام کي سنڌ اندر توڙي سڄي ملڪ جي انقلابي سياست جي ميدان ۾ هيئن پاڻ مان روبرو مقابلو ڪندي ڏٺو آهي سي ڌڪار، حسد، بغض ۽ خوف وچان ڇتا ٿي پيا آهن.

پر بجاءِ ان جي هو عوام کي گاريون ڏين ۽ چون ته فلاڻا ههڙا ڪي ههڙا، هنن اسان جو گهر مسيت ڪري ڇڏيو آهي؛ هو پنهنجو سور پي، عوام جي ڪمزور رڳ تي ڏنب ڏيڻ لڳا آهن. هو اسان جي ويساهم وسوڙيل ۽ پرمتڙين ماڻهن کي ڳولهيو وڃيو هٿ ڪن ۽ اڪين ۾ پاڻي آڻيو ڪين چون ته ادا ڇا ۾ هجي ته به اسان توهان کي پنهنجو انقلابي ساٿي

سمجهون ٿا. اوهان جي تباهي اسان کان ڏٺي نه ٿي ٿئي! پوءِ انهن جي حيران ٿي پڇا ڪرڻ تي ڪير وڏي دردناڪ انداز سان ٻڌائن ٿا ته ”اوهان جي پاڙي پنهنجي گهر سنڌ کي ڇڏي وڃي اوجهڙ ۾ پيئي آهي. پويان ڪير به ڪونهي جو ڪٺي پنهنجي قوم ۾ انقلاب لاءِ ڪهن کي پاڻيءَ جو ڍڪ به پياري. دشمن کي خبر آهي ته گهر اسان جي ڪمزور کان ڪمزور نس آهي. ان تي همٿ رکبو ته اسين پاڻي کان ٻاهر نڪري ويندا سين. اهو اسان جي غيرت جو معاملو بڻجيو پوي ۾ ڪوڙي غيرت جي انڌ ۾ اسان پنهنجي قومي عادت پٽاندڙ پنهنجي سچي غيرت جو هوش وڃائي ازخود اڻين ڪنداسين جيئن دشمن اسان کان ڪرائڻ چاهن ٿا. سنڌي ماڻهن جي روايتي سوچ پنهنجي گهر کان هڪڙي رات به ٻاهر گذارڻ کي به بيغيرتي ڌهرائي ٿي. انهيءَ سوچ مطابق سنڌي مڙس کي سال جا ٣٦٥ ڏينهن پنهنجي ڀونگي ۾ رهڻ کپي. ”غيرت واري ماڻهوءَ“ کي پنهنجو ڏڏو ڇڏي ٻاهر نه نڪرڻ کپي! مڙس اهو آهي جيڪو پنهنجي زال ۽ گهوڙو ران سان ٻڌيو ويٺو هجي. مطلب ته پيا ڏنڊا ڏاڙيون ڇڏيو پنهنجي چار جريب زمين سان سلهاڙيو پنهنجي جوءِ ۽ ڇٽن ڍورن جو چوڪيدار ٿيو سڄي عمر گهر جي ڪنڊ ۾ ويٺو هجي. اها سوچ هڪ اهڙي سنڌ دشمن، انقلاب دشمن ۽ عوام دشمن سوچ آهي جيڪا سنڌي ماڻهن کي هزارن

سالن تائين غلام رکڻ لاءِ گهڻي حد تائين ذميوار آهي.
اها ئي غلام بنائيندڙ، رجعت پرست ۽ گهر جي گُنلو،
ٻاڙي سوچ هن نئين دؤر ۾ دشمن طرفان بدليل روپ
۾ ڦهلائي پيئي وڃي ۽ اسان جي عوام ۽ قوم خلاف
استعمال ڪئي پيئي وڃي. ائين چيو پيو وڃي ته ”ٻائي
پنهنجو ٿڏو سنڌ ڇڏي ٻاهر ڇا لاءِ رلڻ وڃو.“ هندستان
جي ماڻهن جي غلاميءَ جو مکيه ڪارڻ اهو هو ته
برهمڻ کين چيو هو ته ”سمنڊ تي سفر ڪرڻ پاپ آهي!“
ان ڪري هو سامونڊي قوت بنجي نه سگهيا ۽ ٻاڻ ڪان
برتر بري طاقت جي پٺ ۾ پنهنجي ڪمزورين جي
تلافي ڪرڻ لاءِ زبردست بحري طاقت بنجي دشمن سان
مقابلو ڪري نه سگهيا. اسان سنڌين لاءِ به دشمن جو
حڪم آهي ته پنهنجا مسئلا پونگي اندر ويٺا حل
ڪريو، يعني پنهنجي دشمن خلاف طاقت ۽ قوت وڌائڻ
جا جيڪي توهان جا وسيلا سنڌ کان ٻاهر آهن انهن
مان فائدو حاصل نه ڪريو، گهر ويٺا رڳو پنهنجي
دشمن جا ڏڪ سهو، توهان جا دشمن توهان جي ٻاهرن
دشمن سان ملي، توهان خلاف ناپاڪ اتحاد ڪري،
توهان تي جيڪي وار پيا ڪن، تن جو جواب فقط
گهر اندران پيا ڏيو. وڏيرا پلي سڄي پاڪستان جا
ٻاڻ ۾ گڏ هجن پر توهان غريب ۽ مظلوم سنڌي گهر
مان پير ٻاهر متان ڪيو. سنڌ دشمن سڀ گڏ هجن،
غدار پل سڀ گڏ هجن، جنرل پل سڀ گڏ هجن،

عوام دشمن درٻاري ملان ٻليءَ سڀ ڳالهه هجن. اهي ٻل سڀ سڄي ملڪ ۾ سير ڪن. هڪڙي ڏينهن آزاد ڪشمير ٻئي ڏينهن راولپنڊي ٽئين ڏينهن پشاور ۾ چوٿين ڏينهن ڪوئيٽا ۾ ۽ پنجين ڏينهن حيدرآباد ۾ عوام خلاف سازشون ڪندا، پنڊيون پاريندا وتن پر سنڌي ماڻهن لاءِ پنهنجي گهر سنڌ مان پير به ٻاهر ڪڍڻ حرام آهي. دشمن جي فتويٰ مطابق سنڌي ماڻهن لاءِ جيڪي ويهه هزار شيون حرام آهن انهن مان گهرن مان پير ٻاهر ڪڍڻ سڀ کان وڏيڪ حرام آهي ڇو ته دشمن کي ڊپ آهي ته ٻاهر نڪري متان هو پاڻ جهڙي ٻاريل، ستايل ماڻهن کي سمجهائي، شرمائي، ڪين دشمن جو هٿيار ٿي اسان جي مخالفت ڪرڻ کان، ٻار نه آٿي وڃي! متان ڪنهن کي پنهجو همدرد ۽ همخيال نه بنائي وڃي! متان ڪبهن دشمن جي ڊر ته ڏسي وڏي ۽ ان تي ٻانهون نه رکي سگهي. متان پنهنجي دشمن کي ڪنهن پٽ ٽٽڻ کي ٽوڙي نه رکي. متان سنڌن سڄي ملڪ جي هر صوبي ۽ هر قوم خلاف هلندڙ سنڌ دشمن، عوام دشمن ۽ انقلاب دشمن ڏنڌي ۽ ڪاروبار ۾ ڪو خلل نه وجهي، سنڌن آرام ۽ سک نه ڦٽائي وجهي. سنڌن راهه ۾ رنڊڪ ۽ سنڌن گهر ۾ گهوٽالو نه وجهي ڇڏي، سنڌن دوستن تي گهٽائي سگهي، سنڌن دشمن نه وڌائي وجهي ۽ انهن کي پاڻ سان ملائي ٻڌي ڪري ڪانئن زور نه ٿي وڃي! مطلب ته هڪ طرف عوام دشمن

جي برتري ۽ بالادستي، سازش ۽ فتني ۽ سندن پاڻ ۾ عوام خلاف اتفاق، اتحاد ۽ ڦرلٽ ۽ ظلم ۽ ٻئي طرف عوام جي اڀوجهائي ۽ اڻجاڻائي نفاق ۽ ڦوٽ، مظلومي ۽ محڪومي ۾ ڪو فرق نه وجهي ڇڏيو! اهڙي ريت اها گهر جي ڳالهه سوچ پوئتي پيل سنڌي ماڻهوءَ کي به وٺي ٿي ۽ ساڳئي وقت وڏيرن ۽ نقلي ترقي پسندن کي به ڏاڍي وٺي ٿي ڇو ته اها ڪين ملڪي سياست تي پنهنجي هڪ هٿي قائم رکڻ جو مقصد پورو ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

سنڌي پوئتي پيل عوام جي گهر جي ڳالهه فطرت جون پاڙون تاريخي پاتال ۾ کتل آهن. ڪنهن به دور ۾ اسان سنڌي ماڻهن پنهنجي سنڌي گهر مان ٻاهر نڪري دنيا ۾ ڪنهن چڱي يا بري ڪم لاءِ پکڙيا ناهيون. ان جي ابتڙ ٻي دنيا جون ڪئين قومون سندن هاري ۽ قبائلي لشڪر وٺي الائي ڪيترن هزارن ڪوهن تان ڪهي اچي اسان تي ڪڙڪنديون رهيون آهن.

اسان ان قوم جي عوام منجهان آهيون جيڪا قوم گهر کان ٻاهر ليئو نه پائي سگهڻ ڪري سڄي تاريخ ۾ بدنام آهي ۽ پنهنجي سموري تاريخي عمر ان قومي اوگڻ جي سزا غلامي جي صورت ۾ ڀوڳيندي رهي آهي. البت اسان جي وطن جي هندو واپاريءَ سرمائيدارن زمانن کان وٺي صحيح معنيٰ ۾ دنيا جي پنجن کنڊن ۾ ٿهلجي پنهنجي قابليت ۽ زمانه شناسي جو سڪو ٻڌي ڇڏيو آهي.

جاوا سوماترا جي پيٽن ڪان وٺي اولهه آفريڪا جي
گني بساؤ جي پيٽن تائين ڌرتي جي ٻنهي ڏاڪٽي چيڙي
ڏکڻ آفريڪا ڪان وٺي اتر ۾ انگلنڊ ۽ اولهه ۾ آمريڪا
تائين دنيا جي سمورن ڪنڊن ۾ سنڌي هندو واپاري
سرمائيدار طبقي جا نمائندا ڦهليل آهن. سهڻي لطيف سچا
۾ سُر، سُر سري راڳ ۽ سُر سامونڊي انهن لنڪا ۽
جاوا پيٽيندڙ دلير واپارين کي خراج تحسين ڏيڻ لاءِ
وقف ڪيا آهن جيڪي اتر جي اوت سان اودا هئا
۽ ڪارو ڪيڙي، ماڻڪن جا مٽ ڀري، واهوندن سان
واپس ورندا هئا. اهي جن جون ناز پرڀون زالون پنهنجي
جواني جا ڏينهڙا سندن انتظار ۾ پيون ڪاٽينديون هيون
۽ سندن واپس ورڻ تي مٿانئن آملهه ماڻڪ گهوريندڀون
هيون. اڄڪلهه سنڌي وڏيرو به پنهنجا ٻار انگلنڊ،
آمريڪا ۽ جرمني ۽ وينڊي ماسڪو، آسٽريليا ۽ ڪئناڊا
۾ پڙهائي ٿو ۽ هانگ ڪانگ، سنگاپور، ٽلي جا تفريحي
دورا ڪري ٿو. سنڌ ۾ آباد اردو ڳالهائيندڙن جي
هڪڙي چنگهه پشاور ۾ آهي ته ٻي دهلي، دکن،
لنڊن، آمريڪا يا جرمني ۾ آهي. خود هن ملڪ جي
پين قومن جي هاري طبقي جي پيٽ ۾ به اسان جو
هاري طبقو ۽ الله مان نڪتل نئدو وچولو طبقو چرڻ پرڻ
جي معاملي ۾ چٽ آهي. پنجابي هاري ۽ سندن پٽ
اسان کي جرمني، ناروي، اٽلي، آمريڪا، انگلنڊ،
آفريڪا، آسٽريليا ۾ ڪافي تعداد ۾ ملنداسهو پنهنجي

چالاڪي، جرئت ۽ ٻين ڪي ڏوڻيون هٿي جاءِ ڪري اگيري وڏن جي ڪري ايترو مشهور بلڪ بدنام آهن جو هنن جي ڪري لفظ "پاڪستاني" يورپ، آمريڪا، ڪئناڊا ۾ هڪ اهڙي بين الاقوامي گار بنجي پيئي آهي جيڪا پنجابين ڪان سواءِ ٻين سمورن پاڪستانين بلڪ سمورن ايشيائين لاءِ به استعمال ڪئي وڃي ٿي. هو جيئن تہ پاڻ کي ٻاهر پاڪستاني سڏائين ٿا، تنهنڪري هنن جي استادين ڪي ڏسي اتي جا رجعت پرست نفرت ۽ ڌڪار وچان ڪين پاڪي سڏين ٿا.

پٺاڻ هاري محمود غزنوي ۽ محمد غوري ڪان وٺي احمد شاهہ ابدالي ۽ مدد خان تائين حملو ڪندڙ لشڪرن جو سپاهي بنجي سڄي هندستان کي لتاڙيندو رهيو آهي. اڄ هو نہ رڳو دره خيبر ڪان وٺي ڪيٽي بندر تائين قبضو ڄمائي ويو آهي. نہ رڳو هندستان جي آخري حصي ۾ ڏيرو ڄمائي گهمندو نظر اچي ٿو پر دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ بہ وڏي دٻدٻي سان موجود نظر اچي ٿو. ٻي طرف بلوچ بہ بلوچستان ڪان ٻاهر نہ رڳو پاڪستان جي ٻين صوبن ۾ پر ايراني نار جي اوڀر توڙي اولهہ جي ملڪن توڙي مشرق وسطيٰ ۾ ڦهليل آهن ۽ بلوچ قبائلين جا قافلا سال جي ڏٺن سان هر سال سنڌ بلوچستان جي وچ ۾ گشت ڪندا رهن ٿا. پٺاڻ قبائلي هر سال جا ڪي مهينا پاڪستان ۾ تہ ڪي افغانستان ۾ گذارين ٿا. اهڙيءَ ريت سال جو گهڻو

وب سفر ۾ رهن ٿا. ان ڇرپر هڪ طرف عام سنڌين ۽ ٻئي طرف پاڪستان جي ٻين قومن جي عام ماڻهن جي لياقتن ۾ زمين آسمان جو فرق ڪري ڇڏيو آهي. ان ڳالهه دنيا جهان جي ماڻهن، ملڪن، فضائن، موسمن، ڏنڌن ڌاڙين، ريتن رسمن، ٻولين ۽ ثقافتن ڪي ڏسڻ وائسڻ وارن اردو ڳالهائيندڙن، بلوچن، پنجابين ۽ پٺاڻن ڪي اسان جي پنج جريب زمين سان سلهاڙيل، ۽ پنهنجي جوءِ ۽ ڏاندن جي جوڙي جي چوڪيداري ۾ عمريون ۽ نسل ڳاري ڇڏيندڙ عام سنڌي هاري ماڻهو تي اهڙي جذباتي، ذهني، فطري، روحاني ۽ عملي برتري ۽ بالادستي ڏيئي ڇڏي آهي. جنهن جو مقابلو اسان لاءِ موجوده حالتن ۾ ظاهري طرح بلڪل ناممڪن آهي. ان ڳالهه جو جيڪڏهن تاريخي سنجيدگي سان نوٽيس نه ورتو ويو ۽ ان جو پوري انقلابي وطن دوست ذميواري سان تدارڪ نه ڪيو ويو ته اسين ٻين قومن جي نه رڳو حاڪم طبقن جي پيٽ ۾ پاڻ جهڙن غريب پورهيتن جي پيٽ ۾ به سدائين پست رهنداسين ۽ پنهنجي قومي حقن وٺڻ جبي چتاپيڻي ۾ رڳو ڦريل واڻئي وانگر دانهون ڪندا رهجي وينداسين. ان مرضن مان جان آجي ڪرڻ جو پهريون قدم اهو آهي ته اسان پنهنجي وطن جا گهڻگهرا سنڌي ماڻهو پختي ارادي سان نه صرف پاڪستان ۾ پر دنيا جي ٻين حصن ۾ ڦهلجي وڃون. ۽ ان لاءِ فضا ۽ حالتون سازگار ڪري سڄي قوم کي سڄي دنيا

۾ پڪڙيل ۽ دنيا کان باخبر متحرڪ قوم بنائڻ جي
تاريخي جدوجهد شروع ڪريون. جيئن عرب ماڻهو
پنهنجي ڪير پياڪ ٻارڙن کي ننڍي هوندي کان ٻهراڙي
جي فصيح عربي سيکارڻ ۽ کين سخت جان، مضبوط
۽ جفاڪش بنائڻ لاءِ ننڍي هوندي رڻ پٽ ۾ بدوئن
وٽ موڪليندا هئا تيئن پنهنجي ماڻهن جي لياقت وڌائڻ
لاءِ اسان کي به کپي ته پنهنجي ماڻهن کي ملڪ جي
ٻين حصن اندر توڙي ٻاهر موڪليون جيئن هو چڱي طرح
پيا علائقا ۽ ٻاهرين دنيا ڏسي مخالف توڙي دوست ۽
ٻين ماڻهن سان ملي جاچي، دوست دشمن جي پروڙ حاصل
ڪري ڇالاڪ، مضبوط ۽ پنهنجي پيرن تي بيهڻ جيترا
مڙهو ٿي اچن. ماڻهو ۾ صلاحيتون نت نئين آزمائشن،
ڏکن ۽ مقابلن مان لنگهڻ سان پيدا ٿين ٿيون. گهر
جي ڪنڊ ۾ ويٺل مڙس به ماءُ جي ڪڇ ۾ لڪي
ويٺل ٻار وانگي آهي. ان مان ڪو به پوڙهو ٻرڙو ڪونهي.
منجهن نڪا ڪا لياقت پيدا ٿيندي، نڪو ڪائين مڙسائون
ڪم ٿي سگهندو. کين خبر ئي ڪانه هوندي ته دنيا
جو چرخو ڪيئن پيو هلي. اسان جا جيڪي ڪارڪن
سڄي ملڪ ۾ هلندا انهن جون لياقتون وڌنديون. انهن
۾ گهرائي ايندي، کين پهريون پيرو عملي طرح خبر
پوندي ته سنڌ کان ٻاهر به ڪا دنيا ٿئي ٿي. ان ۾
به ڪا سياست ٿئي ٿي. سنڌن ذهنن ۾ ٻين صوبن جي
عوام ۽ عوام دشمن بابت ٻين کان ٻڌل ڳالهين تي

ٻَڌَلَ جيڪي مغروضا، وهم ۽ گمان آهن تن جي جاءِ
تي ڪن اکين ڏٺل ۽ پنهنجي ڪنن ٻڌل ڳالهيون
معلوم ٿينديون. اهڙيءَ ريت هو وهم ۽ گمان جي
دنيا مان نڪري ڄاڻ جي دنيا ۾ داخل ٿيندا. خود
پنهنجي باري ۾ کين نيون ڳالهيون معلوم ٿينديون.
کين پنهنجي لڪل نقصن ۽ لڪل خوبين جي خبر
پوندي. هو وڌيڪ وسيع نظر، بردبار، خوش اخلاق
۽ قابل ٿيندا. منجهن هڪڙي نئين قسم جي خوداعتمادي
ايندي. هن کي نه رڳو ذاتي طرح پاڻ تي وڌيڪ
ڀروسو ٿئي ٿو پر سندن پنهنجي سڄي طبقي ۽ انقلابي
عوام تي ان جي روش انقلابي مستقبل تي ڀروسو ٿئي
ٿو. منجهن احساس پيدا ٿئي ٿو ته اسان اڪيلا نه
آهيون، اسان جا همخيال ماڻهو، سڃا ماڻهو، سڄي
پاڪستان کان سواءِ سڄي دنيا ۾ ڦهليل آهن. جڏهن
هو هرهنڌ ڏسن ٿا، سڀ ماڻهو ٻولي پنهنجي پنهنجي
ڳالهائن ٿا، ڪي پشتو ۽ بلوچي ته ڪي اردو يا پنجابي
پر غدار وڏيري، چوڌري ۽ سرمائيدار تي، ظالم ڪاموري،
رجعت پرست ملن ۽ ڦورو سامراج تي لعنت ملامت هو
ڪنهن جي هرهنڌ ۽ هر ٻوليءَ ۾ اها ساڳي آهي،
تڏهن هنن کي پنهنجي نظر ۾ وڌيڪ گهڻو پختو يقين
ٿئي ٿو. هنن کي خاطري ٿئي ٿي ته اها ڳالهه جا
هندستان ۾ ڦهليل آهي سا ٻين سڀني ملڪن ۾ به
پڪ ڦهليل هوندي ۽ پڪ ڪامياب ٿيندي. هو جڏهن

صفا اوپرن ماڻهن ۽ غير قوم جي ماڻهن سان اٿڻ ويهڻ ڳالهائڻ ٻولهائڻ سکن ٿا تڏهن هو اڳي کان بهتر سياسي سپاهي ٿين ٿا. هو سکن ٿا ته اتحادن ۾ جدوجهد کيئن هلائجي ۽ اتحادن ۾ جيڪي پيچيدگيون آهن انهن کي منهن ڪيئن ڏجي. اڳتي ڪيئن وڌجي، پوئتي ڪيئن هٽجي، بدمعاشن کي منهن ڪيئن ڏجي، مس پس، فتني ۽ سازش کي ڪيئن ناڪام بنائجي، پنهنجا دشمن ڪيئن گهٽائجن ۽ دوست يا همدرد ڪيئن پيدا ڪجن، پنهنجي دشمن جو ڏڪ ڪيئن ڳسائجي ۽ پنهنجي موقف کي ڪيئن اهڙي نموني پيش ڪجي جو پيا ماڻهو ان تي اعتبار ڪن. سنڌ دشمن جيئن ته سنڌي عوام کي هر طرح گمراهه ۽ ٿوائي ڪرڻ گهرن ٿا تنهنڪري هنن جي پاليسي آهي ته عوام جي چڱائي کي برائي، انهن جي فائدي کي نقصان، انهن جي جس ملڻ جهڙي ڪم کي به ملامت جوڳو ڪم ثابت ڪري ڏيکارجي. اسان جي ڪاميابين کي ناڪاميون ڪري پيش ڪجي ۽ جن ڳالهين تي اسان کي خوش ٿيڻ کپي تن تي اسان کي ماتم ڪرائجي. سنڌن مرضي آهي ته جي اسين ناڪام ٿيون ته به مياري هجون ۽ جي ڪامياب ٿيون ته به ڏوهي ليکجون.

گهر جي ڪنڊ ڇڏي سموري ملڪ سموري دنيا ۾ سنڌي عوام جي فائدي جي سياست ڪرڻ سنڌي عوام جي هر گهگهري فرد جو قومي، عوامي ۽ انقلابي فرض آهي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندَڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪ‌ٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)